



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سنڌوءَ ڇوليون





كتاب سنڌوء ڇوليون

شاعر ناظم منگي

سال ٩٩-١٩٩٨ع

تعداد ١٠٠٠

قيمت ٦٠ روپيه

كمپوز محمد شريف مصراڻي / سهيل عباسي

المدينه كمپيوٽر ميهڙ

ٽائيٽل: عبدالرسول عباسي

ڇاپيندڙ: ترك پرنٽنگ پريس، هيرآباد حيدرآباد.

پاران:

ناظم منگي يادگار كميٽي

ٿوڙي محبت ضلع دادو سنڌ.

بسم الله الرحمن الرحيم

ويا ڳڻڻ سان، مارونڙا تر اُڪري
تن پرچاڻان هاڻ، آئون جاڙ جيان ٿي، جيڏيون.
(ڀٽائي سائينءَ)

محترم ناظم منگي، پنهنجي ذات وسيلي منهنجي شهر ترڙي محبت کي نه رڳو سنڌ پر هند ۽ بلوچستان ۾ هڪ سڃاڻپ بخشي، سندس ذات سان هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ تعلق ٿيو. مون ۾ سندس ڏسيل گس تي پرَ ۽ پير ساهيا. هن نه رڳو سچائي سان لفظ نظم ڪيا. پر پنهنجي شهر ۽ شهر واسين سان گڏ سنڌ جي هنڌين ماڳين دوستيءَ جا ڇانورا پکيڙيا. فون ذريعي لاڙڪاڻي منجهان جڏهن هن آدرشي انسان جي لاڏاڻي جي خبر ترڙي محبت پهتي ته گهر ۽ گهٽيون سڏڪا ٻڌجي ريون. اسان ڀانيو ته ناظم منگي جي ڏک ۾ سندس پنهنجو شهر ورتل آهي. جڏهن ۱۴ جولاءِ ۱۹۹۸ع تي عيدگاهه واري قبرستان ۾ ڪيس مٽيءَ ماءُ حوالي ڪري رهيا هياسين. سڄي سنڌ منجهان ڪهي آيل اديبن، شاعرن، سندس مداحن ۽ دوستن جا اوسارا پسي ۽ ٻڌي. اسان ترڙي محبت واسين پنهنجي چولن جي پلاند سان ڳوڙها اگهي ڇڏيا.

۱۵ جولاءِ ۹۸ع ڏينهن "جوهر بروهي" چيو ته محترم ناظم منگي جو شعري مجموعو "سنڌوءَ ڇوليون" ڪمپوز ٿيل پريس تائين پهتل آهي. پر مالي وسيلن جي اڻاٺ جي ڪري اهو مجموعو ڇپجي نه سگهيو. مون جوهر بروهي کي چيو ته اوهان ڪتاب ڇپائڻ شروع ڪريو ۽ سمورو خرچ مان ادا ڪندس.

جڏهن هي خبر ترڙي محبت ۾ رهواسي ادب دوست، نوجوانن کي پئي ته هنن چيو ته ناظم منگي پنهنجي وجود ۾ هڪ ادارو هيو. نه رڳو ان جي شعري مجموعي کي منظر عام تي آڻجي. پر سندس سماجي ۽ ذاتي خدمتن متعلق هڪ مڪمل تحقيق آڏو آڻجي." ! ان ريت ناظم منگي يادگار ڪميٽي جوڙي وئي. مونکي ان ڪميٽي جي انتظام جي ذميواري ڏني وئي. ان ڪميٽي کي هلائڻ لاءِ مون سان گڏ ڊاڪٽر

منظور حسين ناريجو، حاجي عبدالرحمان سومرو، رجب علي سرويچ سومرو، حميد چنا، قادر چانڊيو ۽ علي گوهر آزاد منگي چونڊيا ويا.
جڏهن ته ناظم منگي جي ٽڙيل پکيڙيل ڪم کي سهيڙڻ لاءِ نوجوان اديب ۽ صحافي "حميد چنا" ذميواري قبولي، حميد چنا هن کان اڳ سنڌ جي مهان ڪوي "استاد بخاري" تي وڏي محنت سان ٿيسز لکي آهي.

الله سائين جي آسري تي اسان ڪم شروع ڪيو آهي. اميد اٿم ته سنڌي ادب جا ڳهٽڳهرا، حال آهر اسان سان هٿ ونڊائيندا.

هن موقعي تي ميهڙ تعلقي جي سماجي شخصيت محترم حاجي غلام حسين جهتيال جو شڪريو ادا ڪريان ٿو. جنهن جي مالي سهڪار سان، محترم ناظم منگي پنهنجو ڪتاب ڪمپوز ڪرايو. ان سان گڏ مان انهن سائين جو به ٿورائتو آهيان جن هن وقت تائين يا هن کان پوءِ اسان سان سات ڏيندا ۽ سهڪار ڪندا.

٢٢ جولاءِ ١٩٩٨ع

شاد جوکيو
چيئرمين
ناظم منگي يادگار ڪميٽي
ٽرڙي محبت سنڌ.

# پنهنجي پاران

ڏات جي سگهه هڪ ڏيئل حقيقت آهي. مون کي خوشي آهي ته پڻ دلچسپيءَ کان وڌ ڏات سان پيار مليو اٿم. جنهن کي مان پنهنجي جيون جو اصل سرمايو سمجهان ٿو. رنڊيا روڙيندي زندگي جو گهڻو حصو گذري ويو آهي. پهريون ڀيرو پنهنجي ٽٽل لفظن تي هڪ مجموعو آڻي رهيو آهيان. ادب دوستن وٽ منهنجي هيءَ ڪاوش اڳهاڻي ته مون لاءِ فخر جوڳي ڳالهه ٿيندي.

سوچ جي سڄل ساعتن ۾ جن مهربانن مون سان ساٿ ڏنو، انهن منجهه حاجي غلام حسين خان جهتيال جو وڌ ۾ وڌ ٿورائتو آهيان، جنهن جي عنايتن سان سنڌوءَ ڇوليون منظر عام تي آڻي رهيو آهيان. جتي لوڪ ڀائي ڀائي سان پيار ڪري رهيو آهي، اتي ڪتاب جي ڇپائي جو ڪل ذمو حاجي صاحب ڪٽي گهٽو ڪجهه لکڻ جو اتساهه ڏنو اٿم.

سنڌ جي مانائتي شاعر محترم سرڪش سنڌيءَ انيڪ مصروفيتن هوندي منهنجي شاعري جو مطالعو ڪري "مهاڳ" لکيو آهي. هڪ قلمڪار لاءِ اهو وڏ لڪ لهي.

مان ساڳي وقت محمد مٺل جهتيال، جوهر بروهي، خليل لاکير ۽ علي دوست عاجز ڀارن مهربانن جو به ٿورائتو آهيان. جن جي قيمتي مشورن ۽ محنتن سان سنڌوءَ ڇوليون آڻي سگهيو آهيان. مان سرمل ڪمپيوٽرز حيدرآباد ۽ ترڪ پرنٽنگ پريس حيدرآباد جي مالڪ عبدالڪريم صاحب جو به ٿورائتو ۽ دعاگو آهيان.

ناظم منگي.

بسم الله الرحمن الرحيم

شين جي گهٽائي، انهن جو مُلهه گهٽائي ٿي ۽ انهن جي کوٽ انهن جو مُلهه وڌائي ٿي. شيون جڏهن اڻاهه ٻڄي وڃن ٿيون ته پوءِ انهن جي چونڊ ڏانهن خيال ڊوڙي ٿو. وري شين جي اڻ هوند يا کوٽ آهي ته انهن جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙڻو پوي ٿو، اهو هڪ فطري عمل آهي.

پنجين ڏهاڪي کان وٺي اڄ تائين سنڌ ۾ مختلف صنفن ۾ جيتري شاعري ٿي آهي اها سنڌ جي تاريخ ۾ ان جي گهٽائي جي ساک ڀري ٿي. هاڻي جڏهن گهٽائي ۽ گهٽين جنسن ۾ ٿي ته چونڊ جو سوال اڀري پيو ۽ شعوري طور تي شاعري جي فن، فڪر تي زور ڏنو ويو. اها ضرورت جيتري اڳ هئي هن وقت ان جي ويهوڻ تي وڌيڪ محسوس ڪئي وئي آهي. نه رڳو ايترو پر اها ڳالهه نظر ۾ رکي سنڌي ادبي سنگت تنقيد جا اصول مرتب ڪيا ته جيئن مختلف جنسن جي اعليٰ معيار جو قدر ڪري سگهجي، ۽ گهٽ درجي جي شين ۾ سڌارا آڻي انهن کي معياري بڻائي سگهجي، ته جيئن هر هڪ ليکڪ معيار جو خاص خيال رکي. شين جي سنوار، سينگار لاءِ اڳ اهڙا ادارا ڪين هئا جيڪي تنقيد جي بنياد تي شين جي پرک ڪندا هجن سا به سڀ پاسائين.

ان وقت کي استاد شاعر فقط فني اوڻاين بابت اصلاح ڪندا هئا. تنهن ڪري انهن جي اصلاحي تنقيد ۽ سنڌي ادبي سنگت جي اصولن ۾ واضح فرق آهي. سنڌي ادبي سنگت هر هڪ کي پنهنجي پنهنجي راهه جو حق ڏنو پر ان کان اڳ اهڙو حق صرف استاد شاعرن وٽ رهندو هو.

سنڌي شاعري ۾ گهٽين صنفن جي لاڳو ٿيڻ سان ڪجهه پيون ڳالهيون به شامل ٿيون آهن، هڪ ته سنڌي جي پنهنجي نج شاعري، بيت، وائي ڪافي ۽ گيت ۾ کوٽ پيدا ٿي ۽ شاعرن گهڻ طرفو ٿي

سوچيو ۽ گھڻين صنفن تي لکيو. جنهن ڪري گھڻ طرفي سوچ نه پيدا ٿي پر هر هڪ صنف کي معياري ٻڌائي پيش ڪرڻ هر هڪ شاعر لاء ڏکي ڳالھ ٿي پئي.

فن جي دنيا ۾ هڪ چِتو ٿي ڪنهن هڪ صنف تي گھڻا تجربا ڪرڻ سبب هڪ شاعر ان صنف ۾ تمام سٺي مهارت حاصل ڪري وٺندو آهي. پر ان جي ابتڙ گھڻين صنفن ۾ ساڳي وقت اوتري مهارت حاصل ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالھ آهي. ان جو هڪڙو مثال هيء ونو ته سنڌ جي مشهور شاعر مخدوم طالب المولي پنهنجو گھڻو وقت ڪافي کي ڏنو آهي. ته اڄ ڪلھ سنڌ ۾ ڪافيء جي صنف ۾ پنهنجو ثاني نٿو رکي، جيتوڻيڪ تاجل بيوس جون ڪافيون به سٺيون آهن. ساڳي وقت ڪافيء جا ٻيا شاعر مخدوم صاحب جي پيٽ ۾ ايترا سگھارا نه آهن.

هاڻوڪي دور ۾ سنڌ جا گھڻا شاعر گھڻ طرفو لکي رهيا آهن، تنهنڪري سيني صنفن سان سٺو نياء نٽا ڪري سگھن. ان ڪانسواء سنڌي ادبي سنگت جي اعلي اصولن کان به وانجهيل رهيا آهن، جو ته ان کان پري رهڻ يا ان کي قبول نه ڪرڻ سبب سندن فني ڪمزوري ظاهر ٿي رهي آهي.

ناظم منگي به سڀ طرفو لکي رهيو آهي، تنهن ڪري ڪافي وائي، گيت، بيت، غزل، نظم، آزاد نظم، ترائيل، چوسٽن وغيره ڪٿي ڪٿي فني لحاظ کان ڏڪ ڪاڏو آهي پر پوء به ونس ذات ۽ ڏانء ضرور آهي.

هن پنهنجن شاعراڻن جذبن جي بنياد تي عام شاعرن کان وڌيڪ سٺو لکيو آهي. سندس ڪافيون فني توڙي فڪري لحاظ کان سٺو اثر ڇڏين ٿيون. هن وقت تائين ـــــي ڪافيء ۾ تجربا ٿيا آهن جيتوڻيڪ اهي مڪمل نه آهن ۽ گھڻي محنت گھرن ٿا تڏهن به اها صنف پنهنجو مَٽ پاڻ آهي. ناظم به انهن گھاڙيٽن تي لکيو آهي ۽ انهن کان وڌي نه سگھيو آهي، پر سندس ٻولي، فن ۽ فڪر هم آهنگيء سان

ڪنهن حد تائين سينگارئل ضرور آهي. مثال طور:-

شل اهڙو نہ ڪڏهين وار ٿئي
جو تنهنجي متان ڪو وار ٿئي

يا

قرب ڪري جي منڙيون ڳالهيون ويهي ڪرين پرسان
اهو ميين تہ اڇان او ڍولڻ اهو ميين تہ اڇان

يا

تنهنجي اکڙين ۾ اسرار ڏٺم
هڪ پريت ڏٺم پيو پيار ڏٺم

يا

ڪر مهر وفا مچ منهنجي صدا محبوب مٺا رکو ڏس تہ سهي
ٿي پوندي آها دردن جي دوا محبوب مٺا رکو ڏس تہ سهي

مٿين ڪافين ۾ ڳائڪيءَ جو انداز بهتر ٿو لڳي. ڪي تہ غزل جو انداز ٿيون رکن ۽ ڪي گيت جي اولاڻن وانگي ڀرپور ورائا ٿيون رکن. ناظر جي محنت ٻڌائي ٿي تہ ڪهڙي شيءِ جو مزاج ڪهڙو آهي ۽ لڳي ٿو تہ هن پراڻن پلاڻن تي تعمير سهڻي انداز سان ڪئي آهي. شاعري جذباتي ڪيفيتن جو اظهار آهي. جذبن کي فن ۽ ٻوليءَ ۾ اوتڻ کان پوءِ بہ منجهن جذباتي انداز ڀريل جام جي ڇُلڪڻ جهڙي حيثيت رکندو آهي، جنهن مان ڪجهہ تہ هاربو آهي، پر ڪجهہ باقي رهندو آهي. ناظر جا گيت بہ ائين آهن:

آيو ساوڻ مينگهہ ملهار
تون ڀي ساجن ٿيءُ تيار

يا

جيئن قوم پرستي عالمي
تيئن سنڌ پرستي چاجي

گيتن ۾ فن کان وڌيڪ جذبي کي اهميت ڏني ائس ۽ فني گهرج تي جذبن ۽ احساسن کي قربان نٿو ڪري، تڏهن به فني گهرجن سان هرون پرون بي پرواهي نہ ڪئي ائس. تاريخي طور تي گيت ٻاهران آيل صنف سڏيو ويو آهي، پر آءُ انهيءَ خيال سان سهمت نہ آهيان ۽ مون کي گيت توڙي لوڪ گيت ڪافي وانگر پنهنجا ڏيهي پاسندا آهن.
ناظم جي واين پڙهڻ کان پوءِ سندس سوچ جي ورچ جو احساس ٿئي ٿو، جهڙي طرح هر گل ۾ پنهنجو رنگ پنهنجي سرهاڻ ۽ پنهنجي سڃاڻپ آهي تهڙي طرح ناظم وٽ بہ پنهنجي ئي سڃاڻپ آهي. هو ڪنهن جي گهاڙيٽي تي ريٽي جا سؤ پٽہ ٽِڪي نہ بيٺو آهي، پنهنجي نواڻ ضرور شامل ڪئي ائس، جنهن مان سندس فنڪاراڻي حيثيت جو ڏس ملي ٿو. فن جي دنيا ۾ اها هڪ وڏي سچائي آهي. هي وايون پڙهي ڏسجن:

سارنگ ڪئي ساواڻ
آءُ تہ ڍوليا هاڻ يا

يا

جيءُ ۾ جايون جوڙ
پوءِ تہ سورهہ سڏيين

يا

سوريءَ سڏ ڪيو
ناهي پنڌ پري

يا

سانگين ڪيڙا سانگ
ڪانگل ڪالهہ ٻُڌائيو

هر بيت جدا نظم هوندو آهي، هر بيت سيني پڙهندڙن لاء هڪ جهڙو پسند جو سبب هجي ائين ڪٿي ناهي، رايا گهڻا به ٿي سگهن ٿا.

ناظم جا بيت فني خوبين سان سنواريل آهن ۽ اهي پنهنجي سلوڻائپ سان سچاتا ويندا. سونهن کي ڪڏهن چوٽي ڦل وڻندا آهن ته ڪڏهن چيچ جو ڇلڙو، ڪڏهن معصوميت ته ڪڏهن بي رُخي، ڪڏهن لوڏ تي ناز، ته ڪڏهن پرين جي پچار، ڪڏهن ٿرن برن جا رولڙا ته ڪڏهن ڪاڪ جا ڪنور، اهي سڀ انداز ۽ ناز پنهنجو پنهنجو اثر رکن ٿا. وري هڪ ليکڪ جا پڙهندڙ ۽ انهن جا مزاج به جدا جدا ٿين ٿا. تنهن ڪري ظاهر ٿيندو ته ناظم جا پڙهندڙ به پنهنجي سوچ ۽ راء رکن ٿا. ڪين اهڙو حق به رَسي ٿو، سندس بيتن ۾ سنڌ، سنڌي، سنڌو، پورهيت، سڪ سنيها، بادل، وسڪارا، مارو، عمر، ملير، پيڪا، ڏونگر، ڏير، پنهون، ڪاڪ، مومل، مجاز، راڻو وغيره جهڙا موضوع پريل آهن. مثال طور:-

سورن سر ڪـــــايو، مون ڏي پـــاند پيـــار جـو
اڪـــڙين اٽڪـــايو، پاند پچائي پـريت جـا

سورن صاف چيو، سجدو ڪـجي سونهن کي
ســوچـن ڪيــن ڪيو، نميو ناظم نينهن ۾.

ســارنگ سيڻي سانگ، واسيڻ وســڪارن سان
وسـي واٽن تـي رکيـــڻي، للـر مٿـــان لانگ.
چـــوڙي هليا هـــــاڙهه ۾، مــارو ڇيان ڇانگ
ڪلهه پڌايو ڪـــانگ، تر سچو تـــاڏل ٿيو.

ڪڪر ڪاروڻ ...رجي آيا پوڻ تي،
وسائڻ لاءِ وڏڦڙو، چيڪي تي چوڌار،
اڙءِ آئرجي پٽي، پلر پي هيڪار،
سائين ڪيا سڪار، سائي ٿي پٽ سنڌڙي.

هي تہ هيا ڪجھ بيت، جيڪي فن سان ٽپ ٽار آهن. انهن جو فڪر شاعر جي ذهني عڪاسي ڪري ٿو. فن لامحدود آهي، اهو سڄي جو سڄو پنهنجي لفظن ۾ بند ڪرڻ سڀ ڪنهن جي وس جي ڳالھ ڪانهي، پر جتي سچا ۽ اجرا جذبا ٿين ٿا اتي پارکو سچ ۽ سونهن ۾ فرق نٿا ڪري سگهن ۽ اها حقيقت آهي.

ناظر جي غزل ڪي ڏسنداسين تہ غزل جهڙي نازڪ صنف ڪي بہ نهايت سٺي نموني نڀايو آهي. مختلف بحر وزن ۾ مختلف تجربن هيٺ غزل ڀرپور اثر ڇڏين ٿا. منجهن تغزل بہ آهي تہ منظر نگاري ۽ تشبيح بہ. اجهو هن غزل جو مطلع ڏسجي تہ تشبيھ جي نواڻ نظر ايندي:

دل تو ٽوڙين ٽار تہ ناهي
ميڻ بتي، ديوار تہ ناهي
نينهن تہ آ ناياب اي ناظر
روزاني اخبار تہ ناهي

اهڙي طرح سندس غزل ۾ جذبو فن ۽ فڪر عام جام ملي ٿو.تشبيع جي کوٽ تہ آهي. پر اڻ هوند ناهي. مطلب تہ ناظر جي شاعريءَ جو جائزو وٺون ٿا تہ ان جي ڪتاب جي نالي "سنڌوءَ ڇوليون" وانگر اسان کي ڪٿي خوشيون، ڪٿي ڏک،ڪٿي اميدون، ڪٿي ارمان ۽ ڪٿي جدوجهد، محبت لاءِ،امن لاءِ، دوستيءَ لاءِ، ڌرتيءَ لاءِ، قوم لاءِ، آجپي لاءِ نظر اچي ٿي. ڪٿي سونهن، پيار، پاٻوهہ، وڇوڙي جو درد، ميلاپ جي تمنا تہ ڪٿي پنهنجن پراون هٿان مليل عذابن جون ڀوڳنائون ڀريل ملن ٿيون. ڪٿي محبوب کي ڏنل ڏوراپا،ڪٿي زندگي ۽

موت جا عڪس، ڪٿي قومي وجود جي واهر جا آلاپ اٿلندي ڏسجن ٿا.
ڪٿي انفرادي تہ ڪٿي اجتماعي مظلوميت جي اپٽار ظاهر ٿئي ٿي.
بهرحال هڪ حساس ذات ڏٺي جي اندر جا اڌما، پوليءَ جي سناءَ ۽
خيال جي گهرائي ۾ ڍڪل گيت، ڪافيون، وايون، نظم، بيت، غزل،
ترائيل، چوسٽا، آزاد نظم، ٽيڙو سچا نہ تہ ڪي بند تہ ڪي سٽون
سهي، ملن ضرور ٿيون. سندس شاعريءَ جو هي ڪتاب" سنڌوءَ
چوليون" اهڙو فن پارو ڪتاب آهي، جنهن ۾ گهٽو ٽٽو ڏرتي، قوم جي
محرومين، مظلوميتن تي مشتمل دل مان چوليون ڏئي نڪري پونڊڙ درد ۽
جبر کي چيپاڻڻ واري گڏاڙيل شاعري آهي، جنهن ۾ فن بہ آهي تہ فڪر
بہ.

قومي درد سندس مجبوري آهي، اهڙي مجبوري جيڪا سندس
رت جي ذري ذري ۾ گڏيل آهي. سندس ڪڇندڙ هر هڪ ساهہ ۾
آڪسيجن وانگر پريل آهي. مرحوم مودوديءَ جو ڪتاب خلافت ۽
ملوڪيت جڏهن ڇپجي عام ٿيو هو تڏهن مرحوم قربان علي بگٽيءَ
چيو هو تہ ڪنهن بہ سيد کي جڏهن رندو هٽبو تہ منجهانئس شيعت
ظاهر ٿي پوندي.

بلڪل ساڳي طرح يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ هاڻوڪي
ڏينهن بہ سنڌي ماڻهن کي کولي ڏسبو تہ منجهانئن قومي ويڳاڻپ،
مظلوميت، احساس محرومي ۽ انهن خلاف پريل نفرت پيدا ٿي پوندي.
اڄ جو ليکڪ زندگيءَ جي روح وانگر ۽ حقيقت کي انهن جي اصليت
وانگر ويجهو آهي. جنهن ۾ سڄي قوم جي امنگن، خواهشن،خوشين،
ارمانن، پيڙائن، چاهتن ۽ جذبن کي اندر ۾ اوتي لکي ٿو. تڏهن ئي تہ
سندس لکيون اذيتناڪ دور جي اذيتناڪ احساسن ۾ رچيل تاريخ بڻجي
پون ٿيون. سچ پچ تہ جيڪڏهن هاڻي ڪنهن تاريخدان کي تاريخ
سهيڙڻي هجي تہ شاعر کي نظر مان ضرور ڪڍي، ڇو تہ شاعر هر دور
جا اکين ڏٺا شاهد آهن. پر ان کان وڌيڪ قوم /قومن جي مظلومين/

محرومين جا درد مند امين بہ هوندا آهن. هو جيئن ڏسن ٿا. محسوس ڪن ٿا. تيئن ئي لکن ٿا - ۽ اهو ئي آفاقي سچ آهي، اها ئي فطري سونهن آهي، اهو ئي فطرت پاران مليل ذات جو انعام آهي ۽ ان تي رکيل امانت آهي. شاعر جڏهن بہ سونهن جي واڪاڻ ڪري ٿو تہ سمجهڻ گهرجي تہ سونهن جي ساراهہ سان ڪائنات جي حسن جي بقا آهي ۽ ظالم خلاف ڪو سڏ. ڪا رڙ. امن آڻڻ جي ڪوشش ۾ سونهن جي بقا لاءِ جدوجهد آهي. امن نہ هوندو تہ سونهن ڪٿي رهندي، سونهن نہ رهندي تہ پيار پاٻوهہ ڪٿان ملندو؟ جيڪو ڪائنات جي وجود جو ضامن آهي. تنهنڪري سونهن جي بقا لاءِ امن جي اهم ضرورت آهي ۽ امن لاءِ جدوجهد ڪرڻ هر ماڻهو تي اخلاقي فرض آهي. جيڪو سڀ کان وڏيڪ ذات ڏٺيءَ تي فرض عائد ٿئي ٿو. اهڙن ذات ڏٺين ۾ ناظم منگي بہ شامل آهي، جنهن ظلم، ڏاڍ، استحصال، بدامني ۽ ڦرلٽ خلاف آواز اٿاريو آهي. ٻڌڻ سيني سان لڳجي ڇيو اٿس:

جنهن عرش تي اونداهہ مچي ڪونہ ڪيي
جنهن فرش تي پيچ ڊاهہ مچي ڪونہ ڪيي.
گهرجي ٿو هينئر امن ۽ ڀائيچارو
انسان بي پرواهہ مچي ڪو نہ ڪيي.

سرڪش سنڌي
لاڙڪاڻو، سنڌ
۴-۱-۱۹۹۳ع

# اجا ڪي آهين

هن سندر ڪائنات ۾ سنڌ ڌرتي عظيم سپوتن، سياڻن، سگهڙن شاعرن، ڏات ڌڻين، دودن ۽ سخي انسانن کي جنم ڏنو آهي. جيڪي پنهنجي ڏات ڏاڻ ۽ سان دنيا جي تاريخ ۾ امر ٿي زندگي جا ڏينهن ڏکن سان ڏوريندي هيءَ فاني دنيا ڇڏي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيندا آهن، انهن ڏاتيارن منجهان" سنڌو ڇوليون" جو خالق ناظم منگي ٻه هن ڏيهه جو هڪ ڏاهو ۽ قوم جو قدردان شاعر آهي. جنهن پنهنجي فطري لوچ ۽ سوچ ذريعي ٻوليءَ ۾ مٿين مٺاڻ ڀري پنهنجي ڏات جو ڏيئو ٻاريو آهي.

هن ڏات جي وڪريل موتين کي هڪ جاءِ ڪٺو ڪري هڪ چڱي خاصي شاعري جي مجموعي " سنڌوءَ ڇوليون" شايع ڪرڻ ۾ مالي مدد ڪندڙ جهتيال ذات سان تعلق رکندڙ اهڙي فراخدل انسان دل کولي، همت افزائي ڪئي آهي جنهن کي زندگي جي ڪنهن به موڙ تي وساري نٿو سگهجي.

حاجي غلام حسين جهتيال ڳوٺ ٻرڙا تعلقي ميهڙ ۾ اٺويهين سن جي وچ ڌاري پيدا ٿيو ۽ پاڻ هينئر ميهڙ شهر ضلعي دادو ۾ ئي سڪونت پذير آهي. هيءَ دوستن جو دوست ادب شناس، طبيعت ۾ ڪلڙو ملڙو، سماجي ڪارڪن، مهمان نواز سخي ۽ غريب پرور انسان آهي. مهمان نوازي ۾ سندس واضح ثبوت اهو آهي جو هر وقت سندس اوطاق تي اوري پري جا پنهنجا پراوا مهمان ڪائڻ پيئڻ جي دستر خواني تي نظر ايندا آهن. هتي ڪيئي حاجت مند انسان پنهنجا مقصد ۽ من جون مرادون ماڻي واپس ورندا آهن. ادب دوست هئڻ جو سندس اهو مالي قدم ظاهر آهي ته هن تر جي قومي شاعر مانواري ناظم منگي جي شاعري جو مجموعو " سنڌوءَ ڇوليون" ڇپرائڻ جو ذمو پنهنجي سر تي کنيو آهي. سندس ساراهه جوڳو مخلصانه ڪارنامو آهي، انهي تي هن

سخي مرد ڪيرون لهڻيون ائين ڪرڻ سان ٻيا پاڙيرا سَرندڙ الساں به اهڙي خير جي ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ لاءِ رونما ٿيندا. ۽ پنهنجي علائقن جي ذهين مسڪين ليکڪن جي حوصلہ افزائي ڪري سندن ادبي نسخا ڇپائيندا. جيڪو سندن ذاتي ۽ اخلاقي فرض به آهي.

سنڌ ڌرتي جا جملي اديب ۽ شاعر ۽ سکهڙ حاجي غلام حسين جهتيال جا انتهائي ٿورائتا آهن. جنهن مالي مدد ڪري قوم ڪي شعور جو نور ڏيندڙ عوامي ۽ قومي شاعر، ناظم منگي جو ڪتاب" سنڌو ڇوليون" عوام جي هٿن تائين پهچايو آهي، ڀرپور اميد اٿم ته سنڌي قوم هن قيمتي ڪتاب ڪي خريد ڪرڻ ۾ پٺتي نہ پوندي، ائين ڪرڻ سان هڪ پاسي ڏاتيار جي حوصلہ افزائي ٿيندي ته ٻئي پاسي سنڌي ٻولي ۽ قومي ادب جي خدمت ٿيندي.

آس اٿم ته ناظم منگي اهڙا قومي شاعري جا زياده ڪتاب، سنڌ واسين ڪي ڏيڻ ۾ هميشہ ڪوشان رهندو ان سان گڏ پنهنجي امر ۽ ڏانءُ سان سچو ٿي ازلي نينهن نڀائيندو (آمين)

خادم الفقراء

فقير محمد مٺل جهتيال

سکهڙ مرڪزي جنرل سيڪريٽري سنڌ

باڊه ضلعو لاڙڪاڻو

سنڌوءَ ڇوليون ڇيھہ، ڏارين ڏونگر ڏاڍ جا
ڏوٿيئڙن جو ڏيھہ، آجو ٿئي عذاب کان.

ناظر مگي

## حمد

يا خدا ڪهڙو ڪريان تنهنجي وڏائي جو بيان
تون آن خالق تون آن رازق تون آن مالڪ مهربان

تو ڪيو پيدا مٺي محبوب جي صدقي جهان
حورون پريون جن، ملڪ غلمان انسان خيرسان

موڪليئہ مخلوق ڏي سائين سوا لــــک انبيا
پــــر محمّد مصطفيٰ جو آ قدم سڀ جي مٿان

توئي قدرتي ڪي سـجايو آ نظارن سان خدا
آسمان جي سونهن سج چنڊ ۽ ستارا ڪهڪشان

وقت ڪي ماپي ۽ ماپي تو ٺاهيو رات ڏينهن
گـــکهہ اونده روشنائي آ سڃاڻپ لئہ عيان

حڪم تنهنجي سان هلي ٿي پوري قادر ڪائنات
ڪو گداگر تو ڪيو ۽ ڪو ڪيئہ شاهہ و زمان

پنجتن صدقي تون پنهنجي پيار جو پاچو نہ لاهہ
تون آن ناظر مان هان نوڪر عرض تو توکي ڪيان

## نعت

محمدﷺ آيو عالم جي نئين تقدير بڻجي پئي
تصوف ۽ تصور جي صحي تصوير بڻجي پئي

پسي رحمت سڄڻ جي آسمان بي وس ٿي فرمايو
ته اڄ ڌرتي جي ڪڻهني خواب جي تعبير بڻجي پئي

وڻي ويو مرتبو مڪو فضا ۾ انقلاب آيو
جو صحرا تي هوا ڪوسي به ٿڌڙي هير بڻجي پئي

عرب جي قوم جا آپت ۾ پيچيده مسئلا هئا
پرين پهتو ته خلقت پاڻ ۾ کنڊ کير بڻجي پئي

قلم ڪارن جي ذهن کي ملي وئي تقويت تازي
ائين تاريخ هن تحرير ڪان پوء جهير بڻجي پئي

سهارو بي سهارن جو قيامت منجهه آ ناظم
ڪڙائي فڪر جي همدم شڪر ۽ شير بڻجي پئي

●

## غزل

ايــڏي دل بــي نــاهــي ايائي
كـانـ مجـيندي ڏنـد كـٽائي

اپ جي ڇانو تي اجهڙو جـوڙڻ
ســج اڳيان آ، جهلڻي ڇـائي

سـون پــسـيـنو پورهئي وارو
ككـــن كان ڇو عــار مُـهائي

پـت كي پئـسين ڇالـڻ وكـٽون
رنـج كريـون ڇو ريـت پرائي

سنــڌي گيــت زباني ڏئي تو
لتـجي تي تهــذيب ابـــائي

قـــوم پرستي تي پيــو لكبو
كـم جي ناهي لوك كهائي

ملـه بر سيدي ڇا جي ناظـــر
پـار كـندا هـن وات تكائي

●

سچ آ جت، اتي ڪپٽ ناهي
ڪوڙ واري قسم تي پت ناهي

سون اوڏر تي پي ملي ٿو سگهي
پيار وئبو ڪڏهن رکت ناهي

سور ڪپني تہ اٺ ميائي ڪٺ
يار خوشيون نہ گهر اپت ناهي

جهٽڪ سستي آ ٿو ڏئي سيڪو
مرڪ ڪاٽئون اچي ملت ناهي

لوچ ڪيرون مزور جون لهٽي
سوچ سگٽي ۾ ڪا سپت ناهي

گيت لکجي تہ لکجي چاهت سان
ڏات سان پي ڪبي ڪڏت ناهي

پنهنجو ناظم اصول ڇو ڦيريان
منهنجي رت ۾ اچا قلت ناهي.

●

●

اهو ساڳيو نہ آ روح رابيل ۾
ويو ڪڪ پن سڙي ڪالهہ ڪانڊيل ۾

ڪنهن جا جذبا ڪسن پاپ ڪيڏو نہ آ
پيار ٽڪندو نہ آ پاڙي پٽريل ۾

خير احساس جو موت ٿورو تہ گهر
ويندي انسانيت ڪڙجي نہ تہ نيل ۾

عشق اٽڪر نہ آ، پر ٿو پٽر ٽڪي
سر تہ ويندو آ ناگيل ڦوسيل ۾

رت رڪبو نہ آ نيٺ دانگي وري
پوندو پاڻي ٿي پڌرو نجي تيل ۾

وڻ ناهي رڻ جو رجي رڻ ٽٽي
رحم رهندو نہ آ نيڻ نخريل ۾

جنهن بہ ناظر ضميرن جو سودو ڪيو
سو تہ هوندو سدائين وڏي ويل ۾.

●

●

دل تو ٽوڙين ٽار تہ ناهي
مينٺ بتي ديوار تہ ناهي

مان تڙپان، تون ٿڪين پيارا
الفت جو اظهار تہ ناهي.

چڙهي چاهت ڇپائين پيو
تيندي هيٺن گفتار تہ ناهي.

دل جي بدران درد سلهاڙڻ
ڪاوڙ آهي پيار تہ ناهي.

اصلي ڏک آ مار نظر جو
خنجر جو ڪو وار تہ ناهي.

رنجش سا پي حد کان زيادهہ
نفرت آ سهڪار تہ ناهي.

نينهن وڪر ناياب آ ناظم
روزاني اخبار تہ ناهي.

●

●

افسوس تي افسوس ڪٿي ساھ پٽيون.
هر هنڌ ڦهر ڪوس ڪٿي ساھ پٽيون.

گھٽ گھير تي احساس جي محرومي ڏسي
بي چين آ هر چوس ڪٿي ساھ پٽيون.

ڏاريو پيو تڙي اصل ڏٺي ڌرتي جو
دشمن آ، وڏو دئوس ڪٿي ساھ پٽيون.

آساس جو قتلام ڏسي ٿهڪي پيو
وڪ وڪ تي خفڙ ڪوس ڪٿي ساھ پٽيون.

انسان تان اخلاق هٽايو پاڇو
نمرود آ بي نوس ڪٿي ساھ پٽيون.

ڪيئن امن ۾ آرام ٿئي، فرمايو
ساهت وٺي ڪري سوس ڪٿي ساھ پٽيون.

لفظن ۾ لچڪ، ڏات آ ڏارون ناظم
ڏاهپ ۾ ڏسي ڏوس ڪٿي ساھ پٽيون.

●

●

گيت لکڻ کان روڪ نہ ماري،
آهيان ڌرتي جو پوڄاري.

وزن وساري سچ لکان ٿو
فعلن فعلن پولي ڏاري.

پنجوڙن مان سوچون چوڙيو
ڏات نہ ٽيندي آ ڏوهاري.

صبح گهري پيو خون رڳن جو
ڪيڏي آهي رات انڌاري.

جاڳيو آ ايذاءَ تي پنهنجو
پورهيت ڪڙمي هاري ناري.

آ جاڳي جي ڳالهہ آ وايل
چريٽ ڪي آ چوٽ ڪپاري.

سيکاري آ نيهن اي ناظم
سنڌي ٻر مضمون نگاري.

●

●

جذبا جهيرون سائيون سوچون
ان جا ڏوهي پاڻ ئي آهيون

سور تي ٽهڪن نينڊي چهرا
ڏاڍ جا ڏهڪايل ڪيئن مرڪون

هن جو ذهني خدشو سازش
منهنجو سينو "اوتون جوتون"

آس ۾ اوسيئڙي فرمايو
"مرسون مرسون سنڌ نہ ڏيسون"

ڪيرو ڪالهہ ڪجهون ڪهي ويون
ٻسار نہ اهڙا مائر ڏينديون

وقت ٽري وڃ هاڻ نہ ڏسبا
ساڪيا چگهہ ۾ ساڪيا لاٽون

آزادي لئہ وقت سڏي پيو
هتياسين پوءِ ناظر ناهيون

●

●

اک پنل احساس کان ونجي پتو
واسيل وسواس کان ونجي پتو

جا هڏن کي پيڙ پيڙي ٿي ڇڏي
ان جفا جو ماس کان ونجي پتو

زندگي ۽ موت جي ڇڪتاڻ جو
دار واري ٿياس کان ونجي پتو

پنهنجي ڌرتي جي ڏکائن جو ڀلا
بي خبر آڪاس کان ونجي پتو

پاڻي سنڌوءَ جو امرتا ٿو ڏئي
رهگذر جي پياس کان ونجي پتو

سور پورن جا ٻٽيا پاڙيسري
رحم جو راڪاس کان ونجي پتو

لاشعوري سوچ ڪڙڪائي وئي
درد جو آساس کان ونجي پتو

هر نفعو ناظر ٿو محنت سان ٿئي
مور بابت راس کان ونجي پتو.

●

●

ڏاڍو سور ڏکايو آهي
لاهي سڪ ويو سايو آهي

ڪوسي واءُ نہ ڪنئيس ڪٿي بند
جهوپا جهورڻ آيو آهي

نيهن نچوڙيا نيڻ پراڪون
ويڻ وڏو تڙپايو آهي

سڪ سان، ڦڪ چو هام هٽي تي
تو ۾ مون ۾ وايو آهي

پاند پسي ويا روئي ڊوليا
تہ بہ نہ وچوڙو ڊايو آهي

موج جو اوج اچانڪ نجهريو
ديپڪ مورڪ ڳايو آهي

راڪاسن جو ڪونهي ڏر پر
ناظر نينهن نمايو آهي.

●

●

احساس جو کوس نہ کريو
جذبن کي نہ ڏياريو ڦريو

جونءِ جونءِ پير تہ کڏهين پڇبو
منزل ڏور وکون ڪجھ پريو

صدقو ٿيو هن ديس جي دز تان
ماٿو هونءِ بہ وڃي ٿو مريو

ڪلھ جا هاريل اڄ جا فاتح
جاڳو حق لئہ ننڊ نہ ڪريو

ڪيڙيو ڪاٺو، ڪتيو پايو
انگ اناج وڃي ٿو ترِيو

ڏاريو ڪاڪ محل جو ڏونگر
همت ڪريو ڏاڪو ڏريو

ناظر چو پيو ويل وڃائين
وقت جتان ويو مور نہ وريو

●

●

ڏاڍ ڏاڍي جو ڏارجي ويندو
نيٺ پٽر پکهارجي ويندو

پڪ ايڏي سا اڪ جي سوڻي تي
هي تہ چريو آ مارجي ويندو

چور چرخو تہ ڪجھ اٿي وٺندين
وقت ويٺي گذارجي ويندو

زهر سوچن ۾ ڪنهن پريو آهي
سو تہ حيلي سان هارجي ويندو

چنگ چارڻ ڪو چاهتن جو چور
دل جو ديرو ٻهارجي ويندو

قوم شعرن سان يار جاڳايو
نانء از خود قطارجي ويندو

ٻئي جي تقدير جوڙ اي ناظم
ڀاڳ پنهنجو سنوارجي ويندو

●

●

روز گهري ٿو پورهيت هاري
خود مختاري خود مختاري

حق ڏيڻ کان قاصر آهين
ڪيسين رهندي ڪن لاتاري

پوڻ جو پرم وچائين ڇوٿو
ڏوڙ اٿئي رنج ڏرتي واري

ان ڏن پنهنجو پيٽ بکارا
انگ اگهاڙا ڪڙمي ڪاري

زنجيرن سان ڪيسين ڪڙبا
ڏرتي جا بيباڪ پوڄاري

نوري جا يي وارث ڏاريا
ڇو نہ اڃا ٿئي سنڌ ڏکاري

ناظم سک جو صبح بہ ٿيندو
ويندي نيٺ تہ رات انڌاري۔

●



جاڳيل سوچ نہ وھم وڪوڙ
جـوڏن جا جذبا نہ جھنجھوڙ
پيار پڄي ڪيئن ناهي پرولي
پمچ پـڪو آ مـٺ نہ مروڙ

ڏاڍ ڏڦـيڙ ڏڪـائي آهـــي
پٽ جي پونء جي خلق پـلـوڙ

ارڏن جـا ڪـردار بہ ارڏا
لالـــچ جـي گند بر نہ لووڙ

سياري جوسج سمجھہ نہ سڀ کي
کي کي پاڇا نينھن نچـــوڙ

ڪو ڪو سور سگھارو ٿئي تو
ڪو ڪو سات بہ مرڪ مـروڙ

ڪير ڪٿـوري کھنبا ناظم
پـــاڻي، پـاڻي آ نــہ ولوڙ.



•

جاتي ڪاٽي لڳي متي پئي آ
اهڙي جيون ڪان دل پڇي پئي آ

ڪانهي آرانيي سان به سسراٽي
ڇو ته جذبات ٿي ڪٽي پئي آ

سور ڪهه ڏين ته سچ پيي چنجي
ڪوڙڪي ڪنڌ تي رکي پئي آ

ڪنهن جا بلتاڪ چاشني ڪاڻن
ڪنهنجي ماني اجا رکي پئي آ

حوصلن ڪي هٿي ملي ڪاڏنهن
تو به مون به اجا وٺي پئي آ

چور چريا نـه قومي نغرٽي ڪي
جنهن جي رڳ رڳ رڏي پڪي پئي آ

پور، پوري سجاڳي جي ناظم
چوچڙي مان جيي دکي پئي آ.

•

●

سوچ گھٽڪن ۾ آ ويچان ڪاڙي
جان ڦٽڪن ۾ آ ويچان ڪاڙي

رات ڪاري ڪٽي تہ ويل وچي
صبح سوچن ۾ آ ويچان ڪاڙي

سچ هيڪل سويي هٿين خالي
ڪوڙ ڪٽڪن ۾ آ ويچان ڪاڙي

جاڙهيڙي سنڌي ثقافت سان
غير پٽڪن ۾ آ ويچان ڪاڙي

چڻ تہ جيون لڇي مري ويو آ
ڪات جذبن ۾ آ ويچان ڪاڙي

ڪير ڪنهن جي ڀلا ڪري واهر
سات سورن ۾ آ ويچان ڪاڙي

حق غيرت رکي وٺو ناظر
لڄ لوڏن ۾ آ ويچان ڪاڙي.

●

●

پيار وارا پيچرا
ور وکڙ ۽ ويکرا

کئين سنوپرا سٽيا
تون ۽ مان تہ اوپرا

آءُ تہ سانورا ملڪون
ڏور ناهيون ايترا

جي نہ موٽيا سي هٽا
موملون ۽ ميندرا

دل نہ هڻ خدا کي ڏس
ڏينهن تيڙا کيترا

وڙ، ورايان وار نہ تہ
حال هوندا چيگرا

اڄ تہ گڏ گذاريون
باقي لمحا جيترا.

●



پاندر پالها سي پي هيل
ايندڙ سال تہ هوندي پيل

رات جي پيٽ ۾ ذات ڦري وئي
ڪلهہ پي ماڻهن جا هٺا ميل

منزل ڪانہ ملائيندي آ
ڪاٺ جو گهوڙو ريب جي ريل

نظرين ڪي اصلاح سان ناهي
حق وڻڻ لئہ سوچيو ويل

موت ڳهي ويو مور مهانگا
ديسي ۾ آ تڏهين ڏيل

غافل ويري پوء بہ ڦَرنا
ويل ڪريو نہ تہ وينڊي ويل

سستو خون ٻري ٿو ناظر
ڪيڏي چوڻي ڪئي آ تيل



●

منهنجو عشق اڪيلو ناهي
تنهنجو قرب ڪراڙو ناهي

وڌ ٻر وڌ پئي هجر جو ڏڪو
ڪاٽيندو نہ، ڪهاڙو ناهي

درد جو داٻوسو پئي دل کي
ڏاڍ ڏئل آ ڏاڙو ناهي

ڪل ڪويتائون ڪيڏارو
لوڪ جو تڏمين لاڙو ناهي

منهنجي سَنِ آ سوز جگر جو
ياءُ تہ آ پر جاڙو ناهي ·

ڏور گذارڻ ڏاهپ آ پر
مون ڪان هڪ ڏهاڙو ناهي

پور آ پائيچارو ڪيڙو
پاچاري جو ناڙو ناهي

ناظم نيهن جو ڏينهن ٻہ ايندو
ٽيندو عشق لڄاڙو ناهي·

●

●

مانو هان پر میرو ناهیان
سنجیدو هان کیرو ناهیان

لوها لوها جذبا آهن
پو بہ مکڻ جو ٽیرو ناهیان

توسان ڳالهہ آ پٿر لیکو
واري وکریل پیرو ناهیان

وڏڙو هان جو سهپ وڏي آ
هونءَ نہ تہ ٺوڪ وڏیرو ناهیان

دل آ پٿر، سورا پلو آن
سینگاري جو ٻیرو ناهیان

پنهنجو آه مدار تي قبضو
موسم وارو ڦیرو ناهیان

آیري لئہ نہ ٿڏي تي سوچیان
اهڙو ناظر ویرو ناهیان۰

●



درد چڙهي ايئن دلڙي ٽوڙي
جيئن کو ٻارڙو ڀورکي روڙي

ساهه ٽو سڏکي پيار ٽو پڇري
مچ ۾ جيئن ڪنهن سنگ وڏوڙي

پيڙائن جي پيڙ اويڙي
جيئن کو جنجهٽ جيءُ جنجهوڙي

ڪوڪي دل جوسور سمهاريم
دانهن نه پئي ڪن پاڙي اوڙي

ڏچڪن ڪان ايئن هانءُ پيو ٽپڪي!
مانڊاٽي جيئن ڪير ولوڙي

چوٽ سهي، ڪيئن سور جي جيون
ڪابه چڙهي رڳ ڪانه وڇوڙي

ٻاهر ٻاڦ نه ڪڍ اي ناظم
سور نه وجهني سوچ مروڙي



●

ساڻيون سوچون ليڙون لڄ
پوءِ بہ انسان جي ڪڄ

مورکا هاڻ بہ مايا تي مڳ
شودا ڇائي جا ٺڳي ڇڄ

ڏيجن ٿيون ڏاتيار جون ڏاتيون
پون٠ تي يَڄَ ۽ پيار تي پڄ

چوٽ هون هر چوسول تي ڇيخون
آجاپي ڪي آئي ڪڄ

ماڻهو پئسن ہر آ گروي
چڳ وڏائي لڪ، وئي لڄ

چاهت جو ڪلهہ ماس چنبن سان
رهزن روڙي ڪيڙا رڄ

هر مشڪل سان منهن ڏئي ناظم
پونءِ تان ڪرڻي، ناهي پڄ.



آسرو بي پاسرو
تي ويو محاصرو

آس تان ٽٽو چپر
پيار لاٿو چانورو

ويو سڪون کي ڪٺي
ڳنيو ٻڌي معاشرو

لاٿ ٻات ڪان ڏنل
ڪير آٿي سوجهرو

سوچ کي ستل ڏسي
ڏاڍ تي ويو آڪرو

دل جو درد ڏس ڪٺي
گهاءِ آ يا تررو

نيهن ڪيئن سڃاڻجي
آ شعور جهانورو.



●

منهنجا نيڻ اڃايل آهن
تنهنجا پيالا پيتل آهن

مان ڪيئن تو کان ڌار گذاريان
توسان وار وچايل آهن

پيار جي نالي کان پيو ڇرڪين
ڳالهيون وڪ وڪ وايل آهن

اڄ من سڪ ڏي پير نه پاتو
ويچارا هيسايل آهن

دل جي ڌرتي آهي ڏڏڻ تي
غم جا بادل ڇانيل آهن

سڪ جا سوڻ نه ڪنديس ڇو جو
پختا ڏک پڙهايل آهن

چاهت جي هر چيٽ اوکي
ناظم پارا گهايل آهن

●

●

اوسيئڙي ۾ آس بہ آتي
لڙڪ لڙي پيا ڇل ڇل ڇاتي

ڏرتي ڏيچاهن ۾ آهي
سنڌؤ جا ٿيا سيڻ ڪذاتي

جيون جذبا بيءَ پٽ ناهن
هي ٻيو ياتي هو ٻيو ياتي

پانڌيئڙن جا پاڇا غائب
واهہ آ تنهنجو ويس حياتي

سوچ بنا جي لوچ اٿي پئي!
پڙ ۾ پهچي پوءِ بہ ڪاتي

اٿو لٿو اجهو آڇين
ليڊر معني ويساه گهاتي

نيهن جا ناظم مينهن نہ برسن
ڪاٿئون ڏاپي گونگي ٻاتي.

●

●

تنهنجي فرقت جي ڳالهہ ڪا نہ ڪبي
ان سزا ڪي ڏسي خطا نہ ڪبي

پيو ستم ڪر اٿم وڏي جهولي
درد هوندي بہ ڪا دوا نہ ڪبي

بي رخيءَ تي ڪٿي ڪبو افسوس
باقي ديدار جي صدا نہ ڪبي

هي بہ ٿورو جو ڏک ڏئي پرکيئہ
اهڙي احسان جي بهانہ ڪبي

دل بہ دوکي جو تي شڪار وئي
اڳتي سمجهي ويس ستيا نہ ڪبي

مونکي پنهنجي نصيب جو آ پتو
ڪنهن بہ ڪن ڦاڙ ڪان پڇا نہ ڪبي

هن روش مان ويو سکي ناظم
بي وفا سان وري وفا نہ ڪبي.

●



ڏسي تاخير حسن وارن جي
اچا حسرت نہ وئي بهارن جي

سونهن سرهاڻ وئي ڪري رخصت
راهہ مٽجي وئي رهگذارن جي

رات ڪان رابطو سحر ٽوڙيو
چؤڪسي هئي حرم تي تارن جي

پيار تڙپي ۽ جهومي اوسيئڙو
تي سڃاڻپ نہ بيقرارن جي

وقت ڪان جهانوري آ چاندوڪي
ڇانو چنڊ تي آ ڪنهن جي وارن جي

ڏار ناظم رهيو تہ ويندو مري
وتندين ڳولا ڪندو مزارن جي.



•

رات گذري وڃــي تہ پوء وڃجان
سجَ اڀري وڃي تہ پوء وڃجان

پيار تيسين ڪريون، جدائي جي
ڳالهہ وسري وڃي تہ پوء وڃجان

تنهنجي حسن و شباب جو مٺڙا
باغ اُڪري وڃي تہ پوء وڃجان

ڪر وڃون ٿي جڏهن محبت ۾
سوچ اڏري وڃي تہ پوء وڃجان

تنهنجي نازن ۽ منهنجي نوڙت جو
جهيڙو نبري وڃي تہ پوء وڃجان

متان ناظم ڪان ڏار ٿين جيئري
ساهہ نڪري وڃي تہ پوء وڃجان.

•

●

اي يار ڏار جو ٻه توکان مرحلو هيو
سو لمحو لمحو زندگي کان جرجلو هيو

خوشين تي حاوي ٿي ويو طوفان هجر جو
آزار جي هٿن ۾ منهنجو حوصلو هيو

کنهن بي رخي جي سور کان تنهائي ڏي ويس
غالب سکون تي اتي ٻه زلزلو هيو

مايوسين آ لوڏي ڇڏيو دل جو چين ائين
ڄڻ ٿر تي کنهن ڏکار ڇڏيو ٽرٽلو هيو

کافيون ۽ گيت ٿي ويا ايڏا اداس ڄڻ
سنگيت کان رڌم جو ٽٽو سلسلو هيو

ناظم جو طيء ويو ٿي محبت جو داستان
جو دال توڙي لام وچ ۾ فاصلو هيو.

●

●

تنهنجي کهڙي هيءَ دلربائي آ
آشنائي نا آشنائي آ

ڪير تو ساڻ دل لڳائيندو
تو تہ دنيا نئين وسائي آ

تو کي ان لئي رسائيندو آهيان
توسان حجت آ پانهنجائي آ

ليک ڏئي تو خطائون واري ڇڏين
هيءَ بہ احسان انتهائي آ

سوچ ناهي جوان! جو سمجهي!
اک الائي توکث اڙائي آ

پر ڇيو هوءَ، تنهنجوهان ناظم
هيل تو ڳالهہ ڇو ٻلائي آ.

●

●

بهارن جي تقاضا آ تہ ملئون
سنڌو، ڪپ تي خلاصا آ تہ ملئون

مونکي سِڪ، سونهن تو وٽ اڻ مٽي آ
پٽي ڪولي اثاثا آ تہ ملئون

فضائون ڪلهہ ڪٽي آيون ملڻ لئہ
نظارن جا نياپا آ تہ ملئون

پري دربان جوديدار لئہ مِن
پراڪو نيڻ آتا آ تہ ملئون

پرهہ جا جاڻ پاڇا پيا اگڻ تي
انڌيري ۾ تي آجا، آ تہ ملئون

نہ هاڻي آسرن ۾ رهبو ناظم
ڪَسا کھوريا دلاسا آ تہ ملئون.

●

# ڪافيون

۱

شل اهڙو نہ ڪڏهين وار ٿئي
جو تنهنجي مٿان ڪو وار ٿئي

جنهن وقت ڪان اک توسان اڙي
ڏسي خوب اڙيل ڪئي وقت اڙي
پر پنهنجي اڙي رهندي نہ اڙي
رکو تنهنجي نظر هڪوار ٿئي

تنهنجي يار ستايو تار اچي
نئو خط ٿي اچي نئي تار اچي
هن تار منجهان من تار اچي
جو ڪنهن جو نہ ونگڙو وارٿئي

ننڊ نينهن ۾ ناظم وئي آ
ڦٽي اٿين چئجي تہ قسمت آهي ڦٽي
تہ بہ تو ڪي ڪندس مان ڪين ڦٽي
مسان تنهنجي مٿان ٻي وارٿئي

●

•

وڻي وڙ ته ويا ڏٺي ڏير جنجهڻ
وڻي ننڍ وڻي ويا ڇوڙي وَهڻ

هاڻي پنڌ پهاڙن جا به ڪبا
ويهي واٽن تي واڪا به ڪبا
هڙ هوتن لڳ حيلا به ڪبا
ڪيون ڪيچ وڃان ٿي سور سلهڻ

سرساهه سڄڻ تان گهوريندس
ڏک ڏاڍ ڏنائون ڏوريندس
ويهي اور انهن سان اوريندس
پلي عشق بڻائي يار اڦڻ

منهنجو پورا پورا ڀاڳ ٿيو
مون سور وندي، جو سهاڳ ٿيو
ان وقت نه ڪنهن به سڄاڳ ڪيو
نه ڪا سور ڏني ڪا مهڻ سهڻ

ڪا مون وانگي لونءِ لائي ڏسي
پيچ پرديسي سان پائي ڏسي
ڪا عشق سان هوند اڄائي ڏسي
ڪندو ناظم انکي نينهن نپڻ.

•

•

نگاھون جيئن متي تنھنجون کڃن ٿيون
دلين کي دام پوءِ زوري وجھن ٿيون

اکين کان پي نہ کا منزل ڳجھي آ
ستر کان کھڙي آخر دل ڳجھي آ
جتي پھتيون بلائون پيل کن ٿيون

نظر توڙي کٽي کا خير جي آ
تڏھن يي قرب واري کوڙکي آ
لڳي جنھن کي تہ انجو سر کٽن ٿيون
اکيون ٿيون کن جڏھن، وارو ڙي وارو
اتي ناظر جي کانھي جاءِ يارو
حريفن کي ونگي واڙي وئن ٿيون.

•

●

يار مون ڏي ڏسي ٿورو ڪلندو تہ ڪر
حال فرقت پڇي ٿورو ڪلندو تہ ڪر

منا جاتي ملائين ٿو مرڪي نظر
ياگ پرمي! پوي قرب ۾ ٿي ڪسر
ڪولي دل جي دري ٿورو ڪلندو تہ ڪر

رشڪ تنهنجي ادا تي ڪري ڪهڪشان
تو ڪي هلندي بهارون ٿيون ڪن آجيان
تنهن ڪري ڪجھ سخي ٿورو ڪلندوتہ ڪر

ياد جيڪر هجين هڪ گهڙي همسفر
ناز ڪريان جي ڇوري تي ٻڌجين ڇپر
راز دل ۾ رکي ٿورو ڪلندو تہ ڪر

تنهنجو خالي تصور بہ آ بندشي
ڪيئن تو ڪي وساري پوء ناظم منگي
دور ڪان پر لکي ٿورو ڪلندو تہ ڪر.

●

•

يـــاد آ تنهنجو اچڻ برسات ۾
رات جو گڏجي رهڻ برسات ۾

رات ساري راز جون ڳالهيون ڪري
ناز جون انداز جون ڳالهيون ڪري
خوب ٿيو پرچڻ رسڻ برسات ۾

جيئن نگاهن جي لڳي شمشير ٿي
ڄڻ ڏنءِ دل کي سڏي تڪبير ٿي
سخت هو اوکو کسڻ برسات ۾

هار ٻانهن جو ڇنو جاڳي پيس
پئي رنو بستر ڇنو جاڳي پيس
جو لڳين موڪل گهرڻ برسات ۾

مينهن ۾ ٿيندو ملڻ آهي محال
تہ بہ اچي ناظر سان تو ڪيڙو وصال
گڏ مٺا نڪتين گهمڻ برسات ۾

•

•

اڄ ڪان تہ وٽين پر ڏسڻ ڪان بہ ويو آن
مهانگو ٿي ويو آن ملڻ ڪان بہ ويو آن

نہ قاصد منجين ٿو نہ خط ٿي لکين ٿو
نہ پلجي او پورل خبر ڪا رکين ٿو
پکو ٿي ويو آن پڇڻ ڪان بہ ويو آن

اڳي راهہ ويندي رهاٽيون ڪندو هئين
ٿي پاسائتو ڪٽ ڪهاٽيون ڪندو هئين
مگر هاڻي سورن سلڻ ڪان بہ ويو آن

ڏئي لوڪ جي ڪا نہ راحت ملي ٿي
سکن جي نہ قسمت ۾ ساعت ملي ٿي
رئين اهڙو جو گڏ رهڻ ڪان بہ ويو آن

مڙئي منهنڙ مون ڏي خطا درگذر ڪر
تون ناظم نماڻي تي پهرين نظر ڪر
آ ڳنتي جو ويرم وهڻ ڪان بہ ويو آن.

•

●

تنهنجي اکڙين ۾ اسرار ڏٺم
هڪ پريت ڏٺم ٻيو پيار ڏٺم

تنهنجي رمز مڙيئي رمز نہ آ
ڪامم آ جو لرزي ٿي قضا
هت شاهہ گدا جي ناهي پچا
جنهن پيچ ڳنڍيو سو پار ڏٺم

تو ۾ عشق سندو انداز ڏٺم
توتي خوب رباني راز ڏٺم
تو ۾ نيهن ڏٺم ۽ ناز ڏٺم
تو ۾ ڏيهہ ڏٺم ڏاتار ڏٺم

هتي ناظم ٻي اڇي نوڪر ٿيا
سلطان هئا تہ بہ پيش پيا
ڏاتار ڏٺہ ڪا اهڙي ڏيا
جو غير بہ تنهنجا يار ڏٺم

●

●

نہ سري نہ سري نہ سري
ور يار اگڻ تي وري

دردن جي دوا ٿيندي ديدار جڏهن ٿيندو
دلدار کا کول دري ور يار اگڻ تي وري

چوٽن تي جهلي چوٽون دل چاڪ چڪي پئي آ
ويتر نہ پوي تي چري، ور يار اگڻ تي وري

غم جون ٿيون ڪرن بجليون ڏک جا ٿا اٿن شعلا
ٻارڻ بہ ويو آ ٻري،ور يار اگڻ تي وري

تون خوش ٿو گذارين پر ناظم تو هتي نجهري
بي موت وجي نہ مري، ور يار اگڻ تي وري.

●

٭

قرب ڪري جي مٺڙيون ٻڌهيون ويهي ڪرين پرسان
اهو ميچين تہ اچان او ڍولڻ اهو ميچين تہ اچان

ساڳ سرنهن جو ڦولاريو آ واس وڻٺون هل ويهي
پير ٿاهن صوفي ڪائي، تو ڏيهي پڻ ڏيهي
سير ڪرڻ لئہ باغ ۾ هيڪر هلين جي هوت هتان
اهو ميچين تہ اچان او ڍولڻ

ڪالهہ ٻڌم تو هڪ جيڏن سان ويهي سور سليا هئا
واتهڙن ڪان ويري ويري وصل جا پار پڇيا هئا
درشن جو جي خير هٿن سان ڏين تہ فقير بہ ٿيان
اهو ميچين تہ اچان او ڍولڻ

آهي حياتي سياري جوسج ٽيپهري جو پاڇو
پٿر ناهي نازڪ آهي ناظم نيهن جو ناتو
ان تي سوچ تہ تون آن منهنجو، مان بہ تہ تنهنجو هان
اهو ميچين تہ اچان او ڍولڻ

●

•

محب منهنجو مئوصاف دل سانورو
ناز ۾ آ اوچو ڪيرتر جيترو

راهم جنهن سان وچي واسجي ٿي وڃي
ٻوڙ جنهن ۾ اچي سا سڄي ٿي وڃي
رات جوچند گولو ميڄان ٿو مگر
ڏينهن جو سوجهرو پي هتي جهانورو

جنهن ۾ سائل جي هن تي نظر ٿي پوي
جهول اميد جا ٿي ڀري پر ڪري
تڙپندڙ آس ۾ تو نئون ساهه پئي
ڪنهن دکي دل جو پئي تو جڙي آسرو

سوز ۾ ساز ۾ راڳ ۾ راز ۾
تو ڪي ڳوليم گهڻو نيهن ۾ ناز ۾
وريون ناظم نگاهون جڏهن ٿي نراس
تون لڏين ات جتي پاند ناهي پرو.

•

●

هي لڙڪ نڪي جوسودو هو اعتبار نہ ڪريان ها
جي پيار جو نالو دوکو هو مان پيار نہ ڪريان ها

مون سادي سودي ماڻهو جو ڪِڪ پن جي مٿان ويساهہ هئو
مان پنهنجي پر ۾ سات ڏنو پر اڳلو بي پرواهہ هئو
اهڙو نہ اڳي ٽيو واقعو هو ويچار نہ ڪريان ها

اکين جي اشارن سان پڪا تبديل ارادا ٿي ويڙا
صدمن جي سهڻ لئہ جذبن جا دامن بہ ڪشادا ٿي ويڙا
دل، دل تي مٿڻ جي ليکو هو وهنوار نہ ڪريان ها

يا ناظر نيهن جو نشو هو يا سوچ تي آيل پردو هو
هو دل جي در تي بيهي ڪنهن خود پيار ڪرڻ لئہ سڏيو هو
ٻئي عڪس جو ڪٿ آئينو هو سهڪار نہ ڪريان ها.

●

•

كري مهرو وفا مچ منهنجي صدا محبوب مٺا رکو ڏس ته سهي
ٿي پوندي صفا دردن جي دوا محبوب مٺا رکو ڏس ته سهي

چاهت آ سنڌ ۽ شهرت نه کپي
بس تون تو کپين جنت نه کپي
ڪجهه ڏئين نه ڏئين هيءُ پي آ سخا
محبوب مٺا رکوڏس ته سهي

تو هوندي ٻئي وٽ ڪيئن وڃان
تو کان تو وفا جو خير گهران
ٿي دين دنيا پوندم اجرا
محبوب مٺا رکو ڏس ته سهي
ٽوڪي ته زمانو پيو ٽوڪي
ڇڏجان نه مگر الفت روڪي
ناراض به راضي ٿيندو خدا
محبوب مٺا رکو ڏس ته سهي

ڪر ناز ڏٺي ناظم تي نظر
ترڙي تي وساء قربن جا ڪکر
جو تنهنجي رضا سان ٿهندي قضا
محبوب مٺا رکو ڏس ته سهي

•

●

محبوب جيئن ملي تو ڏاڍو مزو اچي ٿو
ڪيڪاري ٿو ڪلي تو ڏاڍو مزو اچي ٿو

ڪي ڇڙڪسي جون ڳالهيون ڪي بي وسيء جون ڳالهيون
ڪي اڻ پڇيون سٽائي پيو دل لڳي جون ڳالهيون
ڪي پيچڻ سان الي ٿو- ڏاڍو مزو اچي ٿو

ڪڏهين ڪٿي اشارن سان ٻيي وصال ٿئي ٿو
ديدار ٻر تہ ڪڏهين سالن جو خال پئي ٿو
جڏهين بہ خط لکي ٿو ڏاڍو مزو اچي ٿو

ماٺا بہ هن جا محبت دڙڪا بہ چڻ دلاسا
شوخي بہ هن جي شفقت نهڪر بہ هن جا نياپا
پرچي جڏهن رسي ٿو ڏاڍو مزو اچي ٿو

سورن جو پوئي لڙهيون ٿو هار سمجهي پايان
ڏک ساڻ ڏوري ڏوري ناظر پيو نيايان
پوء حالِ دل پچي ٿو ڏاڍو مزو اچي ٿو

●

•

نيڻ گهرا ڪٽي يار ڏسندو نہ ڪر
کهور پائي گهٽي يار ڏسندو نہ ڪر

هٽي تير نظر دل ڳيا ٽو ڪرين
جان ڪان چڻ صنم سر جدا ٽو ڪرين
تير جگري هٽي يار ڏسندو نہ ڪر

ناز نوڙايو آ شينهن جهڙو جگر
ميڻ پٽر سان ڪائي نہ سگهيو ٽڪر
وجهي اک جي اٽي يار ڏسندو نہ ڪر

جنهن تي پهتي نظر سو نپٽ تي ويو
آيو واري ۾ ناظر تہ چٽ تي ويو
اهڙو دل جا ڏٽي يار ڏسندو نہ ڪر.

•

●

ٿَـڪا نيڻ توڏي نهاري نهاري
گهـڙي گـڏ تہ وچ ڪا گذاري گذاري

دڳن ۾ وجهي ديد ويهي رهيس مان
گذاري ائين عيد ويهي رهيس مان
سنده وصـل واري سهـاري سهاري

ڪري ڳتيون نيڻ ڳوڙها ڳڙي پيا
ڏسي روئيندو راهرو پيي لڙي پيا
وڏم رهگـذر پيي روئاري روئاري

جڏهن سور سختي اچي دل تي ڪن ٿا
تڏهن مچ محبت جا من ۾ ٻرن ٿا
پچان تو مان توکي پوڪاري پوڪاري

ستم پنهنجي ناظم تي ايڏو نہ ڪر تون
پڳي پر تي آهيان ذرا ڏيان ڌر تون
پچاڙيءَ ۾ وچ مُنهن ڏيکاري ڏيـکاري

●

# وائي

الري پيو اوٹر

وڃان کھڙي واٽڙي

ريھون رت کيون الا اپريو نہ اوپر

وڃان کھڙي واٽڙي

ٹرٹلو ٹر ہر پيو اک کڏيو اوہر

وڃان کھڙي واٽڙي

پرھہ پکي جي آسري وڙ ڙي ورٹا ور

وڃان کھڙي واٽڙي

ستل سوچن ٿي تہ ڏي اڇي کا اوسر

وڃان کھڙي واٽڙي

ناظر آجو ٿي وڃي موت نہ اچ اوٹر

وڃان کھڙي واٽڙي

●

●

## سارنگ ڪئي ساواڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

ڀتائي جي ڀونء جا ڀرجي ويا ڀاڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

جرڪائي مس مينهنڙي جوهي ۽ جنهاڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

ڪڇ ۽ ڪاڇي جي مٿان ڪلٽي ڪئي ڪو ساڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

ڏرتي جي ڏوئي ڇڏي مينهن وَسي ميراڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

تو ڀي ويس مٿائيا هوندا هيلتاڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

واسي وڄ او واءِ ڙا، ٽرڙي وارا ٽاڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

ناظم ساڻ تہ مل مٺا ڪري نينهن نواڻ

آ ء تہ ڊوليا هاڻ

●

●

ڏيهہ ڏسين پيو ڏوتيڙن
پرور پارت ٿئي
ڪتين ڪيڙين خوب ٿا پيٽ ڀڪيو تہ ڀ تن جو
پرور پارت ٿئي
هر جهوپو پو ڪنهن جاڙ سان جهريو جهانگيڙن جو
پرور پارت ٿئي
ڳرهہ ڳتو هڪ ڳيت سان استحصالَ، سُتن جو
پرور پارت ٿئي
رهزن روڙي ويو صفا رهيل روح رڳن جو
پرور پارت ٿئي
ڪرٺو ڪنڌ متي پيو ناظم احساسن جو
پرور پارت ٿئي

●

●

پيار تو سان آ سچو ساڪي پَتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي
مُرڪَا مرڪي، ڪبن ڪر بي برڪتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي
ڪونہ آئين پيا سمهي نيڙو ڪَتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي
چين ڪونهي چوٽَ وئي چاڙهي چتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي
آس جهيٽي تي اُجهامي وئي بتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي
آهہ ناظم سنڌ لئہ لازم لتي
او مُرڪٽي مڪ مورتي

●



كيئن كتيان جو
ڪوري ٺاهيان- پوءِ ڇا ٿاهيان

سوچون ساٿيون عرش تان-
تارا ڪيئن لاهيان- پوءِ ڇا ٿاهيان

ٻڪوڙي اوچي عزم ڪي
ٻگر ٻگاڏي ٻگاهيان- پوءِ ڇا ٿاهيان

پاڇن ڪي ڏئي آرسي
ڏاهپ جي ٿاهيان- پوءِ ڇا ٿاهيان

ناظم نراسائي ۾
سويون جي چاهيان- پوءِ ڇا ٿاهيان





ڏاهي ذات ڏسي ڏايل
هوش حواس آ هيسايل- روئي ويئي راتڙي

ڪارونجهر جي ڪانپ تان
مور ڏسي تايل- روئي ويئي راتڙي

ڪاڪ محل ڪَچلي وڏا
ارڏا ڪي آيل- روئي ويئي راتڙي

امن جا اتساهم سان
وار اجا وايل- روئي ويئي راتڙي

احساسن جي آس آ
ڏاڍي ڏهڪايل- روئي ويئي راتڙي

ناظم سُري نيهن پيو
ڳيچ سٽي ڳايل- روئي ويئي راتڙي





سرجيا ٽي ساروٽي
سپنو ناهي سوچ الا

پور ۾ پيڙا ڪانہ آ
ڪپھ جي پُوٽي - سپنو ناهي سوچ الا

سور اهور عذاب آ
رسم نہ راڄوٽي- سپنو ناهي سوچ الا

جوءِ ۾ جذبو ڄو ڇڏيون
ٻلي ڪڻ جُوٽي- سپنو ناهي سوچ الا

مات مٿي ٿيندي ڀہ ڪٿين؟
ناهي ميسوٽي- سپنو ناهي سوچ الا

آس وندي آڪاس ڪي
اڇي ڪيئن ٽوٽي- سپنو ناهي سوچ الا

ناظم هڪڙو آ سندس
همت ويهوٽي- سپنو ناهي سوچ الا





ماکي مٺيو مانارو
تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

ڪوڙ ڪوڙي قرب جو
ويو ڪوڏارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

ڏڏري ڏاهپ ويو هليو
ڏائڻ ڏئي ڏارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

ريهون رت ڦڙن اندر
هانءَ تي هانبارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

پن ڇڻ پيڙائن سندو
ڪيريو ڪيڏارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

ڪنڌ بہ سنڌ لڙ رند آ
ڪونهي ڪاٺيارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾

ناظم رهندو ڪيئن ڪي
وسئون ويسارو- تہ بہ تون نينڊي ننڊ ۾



•

سپنا ساهہ کٽن ٿا سي چا جي لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

ڪانئر ڪنڌ نٿا ڪپن ڏائڻ ڏوراڀي لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

وايون ورجايو ٻلي قومي واڌاري لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

منزل ڏي وڌ، وقت پيو، آهي آجهاڀي لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

لوهہ مروڙي ڇڏ ٻلي، لائق لاڳاڀي لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

پيدا زور ٻہ شور ڪر، ناظر ڳانداڀي لئہ
جاڳو آجاڀي لئہ

•

●

سوريءَ سڻ ڪيو
ناهي پنڌ پري

جيئڻ پوئو پاڻ لڏ ٻين ڪاڻ جيو
ناهي پنڌ پري

اوسيئڙي جي اوڄ ۾ رت جو ريج ڏيو
ناهي پنڌ پري

سرڪو سنڌوءَ سڻ تي وڃي پيو وڏيو
ناهي پنڌ پري

ديسي ڏوڙ ڏراوتون ڏاريو ميڙي ٻيو
ناهي پنڌ پري

سڙيا ڪالهه ٻه ڳوڻڙا سوچي پيو اڄ ٻيو
ناهي پنڌ پري

ناظم ڏاريو ديس مان ڏِڪي ڏار ڪيو
ناهي پنڌ پري

●

●

سانگين ڪيڙا سانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

ڪٿي ريس ملير سان چترال ۽ چتڪانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

سکر ڪنٺي سنڌ ۾ ڏڪارين تي ڏانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

سرهائي ٿي سونهن تي چنگ وڄايا چانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

ڪيت آ، ڪيڙي ڪيت ۾ چيلن واري چانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

پلر پيٺڻ آئيا، ناظم نڪري نانگ

ڪانگل ڪالهہ ٻڌائيو

●



ڪارا ڪاڳر واريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا

سگهيون سوچون ذهن مان اڻ ٽر ٽاريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا

ڏاڍ جو ڏونگر ڏانءُ سان ڏاريان ڳاريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا

ڍاهي نفرت جا آجها، سچ سنواريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا

دام دليريءَ ڪان ڇني ڏانءَ ڏيکاريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا

ناظم ڳائي ڳيچڙا قوم اُٿاريان پيو
سڏيو آهي سوڀ الا



منزل ناهي ڏور

ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

سڏي ساري سوپ ٿي چاهت ڪرڻ چور
ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

ڪاڪ جا تاڪ ڪڏي ڇڏيو ڪوٽ ڪري ڪافور
ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

واءِ، ڪٿي اڄ ساءَ ڪو، سڻيو اٿم سور
ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

مرڪ محاذن مان وٺي وڻو ڳس غيور
ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

حقن لاءِ نچوڙيو نيڻئون ناظم نور
ڇورا ڇرڪين ڇو پيو

●

سنڌوءَ جا سرواڻ
آتي پڻ سڏڙا سٽي

تورڙي ڦانڪ جي الا
تڙپي ٿي رت ڇاڻ- آتي پڻ سڏڙا سٽي

پوست ۾ پارا پنيون
پورا پورا پاڻ- آتي پڻ سڏڙا سٽي

پڪي پڪڻ آ آڇون
ماٺهن ۾ مانڊاڻ- آتي پڻ سڏڙا سٽي

ڪالهه ڪٽي ڇڪتاڻ جو
وقت پڳو اهڃاڻ- آتي پڻ سڏڙا سٽي

سُهيل پوءِ به اٿاربا
ناظم اٿ اڳ پاڻ- آتي پڻ سڏ سٽي

●

●

کھڙو يار بهار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

ڇو تہ اڌورو عشق ۾ دنيا جو ديدار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

سور سراپا ساھ لئہ ساھيتو سينگار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

ڄئي سان ڪيئن ڀلا ڪريان پيار، اھو بيڪار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

صورت ساھت ڪين ڏس- ڪھڙو قلب قرار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

نيھن نسورو شينھن بس ناظم لئہ نروار

توبن هوندو ڳوٺ ۾

●



ساهت جهيرون جهير
چاهت ڪاڏا ڇير- چوراهي جي ڪانپ تي

ايريو سج نہ مهل تي
رات ڇنا رهگير چوراهي جي ڪانپ تي

ڪاوش ڪرُ ڪنيو ڏنم
سؤٽن ڪي پٽي سير- چوراهي جي ڪانپ تي

ديس جي ڏٿين جي اجا
تڙپي ٿي تقدير، چوراهي جي ڪانپ تي

جيڙري آس نہ ڪٽي صفا
پورب واري هير، چوراهي جي ڪانپ تي

ارڏائپ اُڃلي ڇڏي
سوڀن جي شمشير- چوراهي جي ڪانپ تي

وڃي سوچ سُمهي پٽي
ناظم هاري نير، چوراهي جي ڪانپ تي



●

خوابن جا شهزادا
دلبر ڏي نہ دلاسا، سامهون اچ سينگار جي

پُڇ اشارن ۾ خبر
هيڏي آ هاها سامهون اچ سينگار جي

لاهہ نہ مون تان لطف جا
پاڇاتا پاڇا- سامهون اچ سينگار جي

ڪر نہ وڇوڙو ديرپا
ٽوڙي دروازا- سامهون اچ سينگار جي

ارمانن جا ڪيترا
ڪريان مان ڪاٽا- سامهون اچ سينگار جي

ناظم پري ناهي پر
سوچيو ٿي چا چا- سامهون اچ سينگار جي

●

●

هاڻي ڇڏ تہ حجاب!

پنهنجا آهيون پاڻ ۾

مرڪڻ مهل او سانورا

منهن تي ڏي نہ نقاب- پنهنجا آهيون پاڻ ۾

پڙهندو ڪر، مَن پيار لئہ

منهنجو ڪوتہ ڪتاب- پنهنجا آهيون پاڻ ۾

ڦوٽوء ڪان ناهي ڏبو

جاني شوخ جواب- پنهنجا آهيون پاڻ ۾

ياڪر ۾ ويهو جهلي

ساعت، تئير ثواب- پنهنجا آهيون پاڻ ۾

سونهن ۽ سڪ جو نام ڪو

ٿيندو يار حساب- پنهنجا آهيون پاڻ ۾

ناظر کي تہ نگاهہ ڪان

چرڪي ڏي نہ شراب، پنهنجا آهيون پاڻ ۾

●

●

جيءَ ۾ جايون جوڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين
سچ جو ساٿ ڏئي سڏو سوري تي سر ڪوڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين
آزادي لئه وڙهه پيو آهين مڙس ڀلوڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين
سُستي کي سيڪا ڏئي چستي پاسي ڊوڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين
ڪَتڻ واريون خوبيون مَٽيءَ ۾ نه مروڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين
ناظم نعري سان نوان ناهر سڀ نهوڙ
پوءِ ته سورهه سڏبين

●

●

چيھاڙون پُرزا ڏسي پھراڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
ڏکر ھنيو ڏيھہ جي ٻاٻاڻن کي ٻاڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
ترايون تاساريون اُڃو آ اھڃاڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
ٽوٽ ڇپرن ڇاپرن ڇنن ڇاٽيون ڇاڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
ڪانگھارين جو ڪٺين گڏين سنگھاريون سباڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
سارنگ آڻ سڪار کي واسي وڄ وڻاڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا
نعرو ناظم نينھن جو ھڻ تہ ٺٺي ھبساڻ
ماٺو آ مھراڻ اڄا

●

# گيت

آيو ساوڻ مينگهه ملهار تون ٻي ساجن ٿيءُ تيار
ڳايون سارنگ آهي چپ تي
هل تہ هلئون من سنڌو ڪپ تي

سرنهون ٻي ڦولاريون هونديون- موجون ٻي ماڻاريون هونديون
سرها سرها سير بہ هوندا- منڌ ٻلي آ خير بہ هوندا
ماڪيون رسيون هونديون رپ تي
هل تہ هلئون من سنڌو ڪپ تي

وڪ وڪ واسيل ويڙها هوندا - ڏاڏا ٻر بڪيڙا هوندا
گهر گهر ۾ سرهائي هوندي - سري ۾ سَستائي هوندي
سانگي سرها لسيءَ لپ تي
هل تہ هلئون من سنڌو ڪپ تي

ڪارن ڪڪرن ڪڙڪا ڪيڙا- وڄن تر ۾ وڙڪا ڪيڙا
وڏو وڏ ڦڙي ڪيو واسو- ڪارونجهر ڪان پسيو ڪاڄو
ڏونڱرا ڇاوا گهلي گپ تي
هل تہ هلئون من سنڌو ڪپ تي.

●

●

جيسين قوم پرستي ڪانهي تيسين سنڌ پرستي ڇا جي
رستو ڇا جو ٻتي ڇا جي
پـونءِ ٻه تنهنجي پتي ڇا جي

لوڙين پورهيت سڪٺو موٺين، ٻول نہ پريو، لتي ڇا جي
ڇيٺ ٻہ ڇا جو ڪتي ڇا جي
پونءِ ٻه تنهنجي پتي ڇا جي

ويٺو ٻي ويساهہ سان آهين ڏاريا تنهنجي ڌرتي ڇا جي
ماسـو ڇا جو رتي ڇا جي
پـونءِ ٻه تـنـهـنجي پتي ڇا جي

ڏات کي ناظم ڏنب ڏنل هن چاڙهائين تو چتي ڇا جي
ذات ٻـہ جتي ستي ڇا جي
پـونءِ ٻه تـنـهـنجي پتي ڇا جي.

●

•

پيھا. جوڙيون جوانڻ ٿي وٺي آ جوار
ڪڻ ڪانياٺي هل تہ هڪليون جهار
او هارياٺي هوشيار

آچتها ۽ ٻاڙهہ سرا سنگ تياهن تيار هزار
ٻتيل ٻنا مصري تڙ ٿا جهومن ڏارئون ڏار
هل تہ هڪليون جهار
او هارياٺي هوشيار

ڪلهہ ڪيڙي سون اچ ڪاٺون ٿا آيا ان انبار
پل ۽ پليون پُر ٿي وٺيون آهن ڪوڙ خرار
هل تہ هڪليون جهار
او هارياٺي هوشيار

انگ بہ ڏکبو قرض بہ لهندا ٿيندا قلب قرار
ياڳ ۽ يونہ يي يرمي آ ۽ گد گد آ يوتار
هل تہ هڪليون جهار
او هارياٺي هوشيار

خوشحالي جودور ڪري پيو سانگين سان سهڪار
قسمت سات ڏنو آ ناظر سنڌ ٻر آيو سڪار
هل تہ هڪليون جهار
او هارياٺي هوشيار

•

●

هر کو ماڻهو ڪونهي ڪومجبور هتي
مجبوري جو روئي ٿو مذڪور هتي
همت ڪر مجبور نہ ٿيءُ

ڏات ڏڪارين قرب ڪيا ڪافور هتي
پريت جا پانڌي جوان هتي ۽ جهور هتي
منڙو ٿيءُ مغرور نہ ٿيءُ

ويجهو، ويجهو آ پر، چڙ آ ڏور هتي
مفت ملي ٿو سور ۽ پيڙا پور هتي
جواني ۾ تون جهور نہ ٿيءُ

ارڏن سان پيو اٽڪي نرڄو نور هتي
ناظم نيهن جا نس نس ۾ناسور هتي
ڪنهن لئہ پي ناسور نہ ٿيءُ.

●

•

اوسئيڙي ۾ آ تـو آهيـــان
آءُ تـہ ڪريون پيار پيارا
نيهن ڪيون نروار پيارا

تو ڇڏيو مان تو ڪي چاهـيان
تـو بن مـان بيڪار پيـارا
تون تـہ نـہ ٿيءُ بيزار پيارا

توسان ڪيئن مان سينو ساهيان
سونهن جو تون سردار پيارا
نـرمـي سـاڻ نـهـار پـيارا

وڇڙيو آن، ٿو واهڙ واهيان
روئـــي زارو زار پيارا
روز نـہ ايڏو رئار پيارا

تنهنجي اکيان ناظر ناهيان
ٻانهي جو هان ٻار پيارا
آءُ تـہ هڪڙي وار پيارا.

•

•

توسان ازلئون آهي پيار- تو کان کئين گذاريان ڏار

منهنجي جيجل ماء پياري

سنڌ سونهاري هوشؤ واري

تنهنجي پئداوار جو صلو- هر هک ماڻهو پلو پلو

جٿيئہ پورهيت هاري ناري- منڙا ماڻهو ڪڙمي ڪاري

سنڌ سونهاري هوشؤ واري

سوَن پر ساڄام آ، پڌري- سنڌي جي سلوار ۽ صدري

ٽوپ ۽ اجرڪ آ معيار- لوڏ لکن جي آه نياري

سنڌ سونهاري هوشؤ واري

موج پريو مهراڻ وهي ٿو. موهن جو اهڃاڻ کهي ٿو

کينجهر منڇر جي ماڻاري- مير مهاڻن لاء بهاري

سنڌ سونهاري هوشؤ واري

پٽ جي پون ۽ سموري رحمت- سچل سامي سنڌ جي عظمت

سنڌي پولي آ، پاجهاري- ناظم اُن جو آ پوڃاري

سنڌ سونهاري هوشؤ واري

•

●

سنڌڙي سورمي- مان پڇو تون امي
تنهنجي تعريف سان ڇا ڪري ڇا ڪيان

تنهنجي سنڌؤ جو قطرو بہ آ قيمتي
رکي پونء جو پتر پيي ٿو خوش قسمتي
کوڏ وڏ سون کان- تن جي تعريف مان
ڇا ڪري ڇا ڪيان

تنهنجي تهذيب سهٽي صدين کان وٺي
تنهنجي ٻولي مٺي آ سيني کان سٺي
ٽوپ اجرڪ عيان- تن جي تعريف مان
ڇا ڪري ڇا ڪيان

جو بہ سن، جي صحن تي دعا ٿو گهري
سو تہ سنڌ ڇڻ ستم کان جدا ٿو گهري
اهڙا جوڌا جوان. تن جي تعريف مان
ڇا ڪري ڇا ڪيان
تو نپايو اما توسان سرڙو لڳي
توهم تنهنجي ۾ ناظم منگي ٿو تڳي
جي فدا تو مٿان- تن جي تعريف مان
ڇا ڪري ڇا ڪيان

●

•

سباجهي سنڌڙي- پياري سنڌڙي
ڀٽائي جي ڀون، واري سنڌڙي
او پياري سنڌڙي سونهاري سنڌڙي

هتي ڀٽائي سچل ۽ سامي- هتي آ جامي هتي آ حامي
هتي گرامي هتي نظامي- سڄي آ ڀاڳن ڀلاري سنڌڙي
آ، سومرن ۽ سمن جي ڌرتي- مزور محنت ڪشن جي ڌرتي
سکون ساهت سچن جي ڌرتي- آ قاتلن لئہ ڪٽاري سنڌڙي
او پياري سنڌڙي سونهاري سنڌڙي

هتي عجيب و غريب ماڻهو- شريف ماڻهو اديب ماڻهو
وفا جا گل بانصيب ماڻهو- سڀَت ۾ سهڻي سگهاري سنڌڙي
او پياري سنڌڙي سونهاري سنڌڙي

محبتن جو مقام هتڙي- فرشتاڪن پيا سلام هتڙي
حَسين ناظم نظام هتڙي- نزاڪتن ۾ نياري سنڌڙي
او پياري سنڌڙي سونهاري سنڌڙي

•

•

سنڌي ماٺهو منڙا ماٺهو
سهڻا سادا سچڙا ماٺهو
سنهڙا سدڙا سنڙا ماٺهو

مرڪن ٿا مهراڻ وهن ٿا- سرچن ٿا سرهاڻ ڏين ٿا
ڄڻ ته گلاب جا گلڙا ماڻهو

ٻچيءَ ٻانا چيچ ۾ چلڙا- سيني سونهن سونا سڳڙا
تي ٿا پون پوءِ پلڙا ماڻهو

پرت پريل پهراڻ ٿا پائن- ٽوپيون اجرڪ پٽڪا اوڍين
پٽ جا پهرين ڪپڙا ماڻهو

سيرت صورت جا مَن موهي- اهڙي سونهن جا ساهه سموهي
ناظم گهرجن اهڙا ماڻهو

•

●

ساجن هيڏي هاڻ هلي آ، تيز هوا اڏ رات گهلي آ

سهڻا سرها ٿي پيا سير

آءُ تہ ڍوليا ميڙيون ٻير

ٻير ٻہ ميڙيون سور ٻہ ڇيڙيون روح ٻہ رليون سات سهيڙيون

ڳالهيون ڪريون قربن واريون- ڀاڪر پائي دليون ٺاريون

پٽي ٿي ماڪ ڀڄايون پير

آءُ تہ ڍوليا ميڙيون ٻير

جهر جهنگ ٻر سرهاڻ وسي ٿي- ڌرتي سائي سبز لڳي ٿي

ڪالهہ هوا وڻ روڙيا آهن، نيهن نظارا ڦوڙيا آهن

ساهہ سڏي ٿو ڪر نہ اوير

آءُ تہ ڍوليا ميڙيون ٻير

ڏکيا سير سنوان ٿي پوندا- ناظم نيهن نوان ٿي پوندا

آءُ بهار وڃي ٿو گذريو- باغ برهہ جو چاڻ اُڪريو

ايندين ٿي ويندا ست خير

آءُ تہ ڍوليا ميڙيون ٻير.

●

# نظم

خدارا محبِ وطن ٿيو وطن جو خير گهُرو
پڙي ۽ پارجو هر مرد وزن جو خير گهرو

سڄڻ سڃاڻو ۽ دشمن کي پي نظر ۾ رکو
مڪار ماريو مگر محسنن جوخير گهرو

اوهان ۾ عزم جي آ پختگي ته جلد اٿو
لڄن جا لاهه ڪيو ۽ سڄن جوخير گهرو

گلن تي قيس ۽ خارن جي پرورش نه ڪريو
فضا عجيب بڻايو چمن جو خير گهرو

نه ڪنهن جي جان ۽ عزت وٺو خدا کان ڊڄو
سخن فروش نه ٿيو محققن جو خير گهرو

چراغ خون سان ٻاري شعور جن بخشيو
انهن کان فيض وٺو رهبرن جوخير گهرو

اڃا ته فاصلو منزل ۾ پيو آ اي ناظر
سفر نظر ۾ رکو مقصدن جو خير گهرو.

# غم جي عيد

تو لئہ عيد تہ سک جي اسري منهنجي عيد ٿي غم ۾ گذري
تنهنجو عيش عياش مناسب- منهنجي آس نراس ٿي نسري
غربت، تو کي هانءَ تي طور
جو نہ ڏنو ڪنهن مانيءَ ٻور

تنهنجا نوڪر خرچين ويهون- منهنجا ٻچڙا ڪن پيا ڪيهون
تنهنجي گهر ۾ ڇيريون ڇمڪن- منهنجي گهر ۾ آندرا آٽلن
تو وٽ عيدون مون وٽ شور
جو نہ ڏنو ڪنهن ماني ٻور

تنهنجو سڳيون سٽئي پيڙهيون- منهنجي تَن تي ليڙون ليڙون
لوڙيان مان تون چڱو چوڙين- قوم جي وينو ٻيڙي ٻوڙين
انسان ڪي سمجهيئہ ڍور
جو نہ ڏنو ڪنهن مانيءَ ٻور

ڪر وٺين ٿو سخت سگهارو- ڏئين ٿو ڏارو ڪَني وارو
قسمت منهنجي تنهنجي رَس ۾- اجرت ٻي آ تنهنجي وَس ۾
غربت تي ڪر ٿورو غور
جو نہ ڏنو ڪنهن مانيءَ

ابتڙ آ ماحول جو چڪر تو وٽ سکر مون وٽ ڏکر
تون ٻيو ڪائين ڇيلا ڪُڪڙ، ناظر وينو ڦڪي ڦڪر
زور وٺي ويو زياده زور
جو نہ ڏنو ڪنهن مانيءَ ٻور

●

# اي سنڌڙي

تو مٿان قربان ڪريان جان من اي سنڌڙي
تو سوا ڪهرجي نـٿـو ايمان ڏن اي سنڌڙي

تنهنجي هستي تان بهارون ٿيون سدا قربان ٿين
تنهنجي ڌرتي تي پيا مهراڻ موجن سان وهن
ٿا مَلڪ تنهنجي نظارن ڪي چُمن اي سنڌڙي

پينڊ ڌرتي جا ٿا هيرن ڪان مٿي قيمت رکن
توهه ماڪي ڪان مٺا تنهنجي پَٽن تي ٿا پچن
غير پي تنهنجي مهارت تي ڇڪن اي سنڌڙي

تنهنجي نقشي تي اچي تقدير ٿي سجدا ڪري
سونهن ڪي سجدا ڏسي دشمن به ٿو وهوا ڪري
مرڪندي مارو ملهائن ٿا جشن اي سنڌڙي

توکي دولهه هيمون هوشو جي هجڻ تي ناز آ
شهنشاهه حضرت پٽائي جي هئڻ تي ناز آ
درد وارا ٿـا جنـم تـو ۾ وٺـن اي سنڌڙي

سو دفعا تنهنجي مٿان سنسار کي گهوري ڇڏيان
سوچ کي پرواز کي شهڪار کي گهوري ڇڏيان
نينهن تنهنجي ۾ پيا ناظـم نچن اي سنڌڙي

●

# مزدور

نہ ذيشان ٿيان ها نہ بحران ٿيان ها
نہ ٿي هن زماني لئہ زندان ٿيان ها
نہ سورن جو ڪنهن لاءِ سامان ٿيان ها
نہ ٿيان ها پريشان جي بي جان ٿيان ها
نہ پئسو ڪپي ها نہ مجبور ٿيان ها
نہ پيٽ ٿي هجي ها نہ مزدور ٿيان ها

سڄو ڏينهن سانوڻ سياري ڳهان ٿو
هميشہ پيو حيوان وانگي وهان ٿو
ڪچان ٿو تہ سختيون ٻڪن جو سهان ٿو
پگهر ۾ ڳڙان ٿو پيو لوڙيان لهان ٿو
ڪمائي ڪمائي نہ ڪافور ٿيان ها
نہ پيٽ ٿي هجي ها نہ مزدور ٿيان ها

نہ ڪوري نہ موچي نہ ڪنير هجان ها
نہ نائي نہ ڊکڻ نہ لوهر هجان ها
نہ عابد نہ زاهد نہ ذاڪر هجان ها
نہ ڪاتب نہ شائق نہ شاعر هجان ها
نہ ڪنهن تي لکان ها نہ مشهور ٿيان ها
نہ پيٽ ٿي هجي ها نہ مزدور ٿيان ها

نہ کوڙر هٺان ها نہ ڪاتي ڪٺان ها
نہ ٽيان پڪالي نہ ماتي ڪٺان ها
نہ پوکيان ها جو ان جي پاتي ڪٺان ها
نہ ڪنهن ذات جي ٻاري ڏياتي ڪٺان ها
نہ ڏک ٿي ڏنيين ها نہ معذور ٿيان ها
نہ پيٽ ٿي هجي ها نہ مزدور ٿيان ها

هجي حيف اي پيٽ ڪاتي جُنهڪايہ
نہ ٿي اک ٻڏي جنهن تي ان وٽ رَسائيہ
غيورن جي عزت نَڪي تي ڪپائيہ
ٻکن جا ڏٺي ڊچ اٿانگو اُڙايہ
مان ناظم هجان ها نہ ناسور ٿيان ها
نہ پيٽ ٿي هجي ها نہ مزدور ٿيان ها

●

# هيروئن

مهربان سالِ جوان هڪ وار هيروئن ڪان بچ
زندگي جو ٿو وڃائين يار هيروئن ڪان بچ

قوم تئي ٿي ناس، سازش جي لڪل تحريڪ آ
تنهنڪري غفلت مان ٿي بيدار هيروئن ڪان بچ

چرس ڀنگ ڏوڏي شراب آفيم ڪان نڪتين بچي
پر مرض ۾ آهي هاڃيڪار هيروئن ڪان بچ

چشم پوشي ٿي تئي نہ تہ جو وڌي هي منشيات
پيو هلي هر گهر ۾ ڪاروبار هيروئن ڪان بچ

واپرائڻ سان وڃن ٿيون ڀڄي چنگهون پانهون ڦري
جسم ڪنهندو پيو وتين بيڪار هيروئن ڪان بچ

آپريشن هر سنڌي جي ذهن جو تئي ٿو تہ پوءِ
يار هن حرفت ڪان ٿي، هوشيار هيروئن ڪان بچ

سنڌ جي سرهي ڏسين آئڻ جي خوشحالي گهرين
پوءِ چريا نشي جا توڙي نار هيروئن ڪان بچ

قوم جي اميد تي ڀهرِ خدا پاڻي نہ ڦير
هل ڀنائي سان ڪر اقرار هيروئن ڪان بچ

ٿا جهلين نشر و اشاعت تہ بہ نٿو ناظم پڏين
ٿي لکي هر دور ۾ اخبار هيروئن ڪان بچ

٭

# دل

سمجھين ٿو دل آ چا چا- گلشن ھجي يا صحرا
دنيا ھجي يا عقبا- سونھين ٿي خانۂ ڪعبا
دل آ تہ دلبري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

دل راھہ، رھگذر آ- تقدير جو سحر آ
الماس آ امر آ - الله وارو گھر آ
دل راھہِ رھبري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

دل ساٿ جو سفينو-دل نينهن جو نگينو
دل پيار جو خزينو - ڄڻ ٿي لڳي مدينو
بي داغ بي دري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

آئينو عشق جي دل- مورن جي ڄڻ تہ محفل
محبوب جي آ منزل، ۽ باغ جي آ بلبل
ڪوتي نہ آ ڪري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

دل بي نياز اهي، عشق و مجاز آهي
سوز گداز آهي، ڏيندي نہ راز آهي
ارڏي آ اڻتري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

دل سهڻي آ سسي آ- مومل آ مارئي آ
لافاني زندگي آ- تواريخ سنڌ جي آ
بيباڪ بانوري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ

موهن هجي يا جُهڪر- منڇر هجي يا ڪينجهر
ڪشمور ڪيٽي بندر هر ڳوٺ شهر گهر گهر
دل سنڌ آ- آمري آ ڪيئن ٿو چوين چري آ

جامي هجي يا جوهر- عاجز هجي يا اختر
ناظر هجي يا نشتر معنيٰ تہ دل آ شاعر
دل قومي شاعري آ- ڪيئن ٿو چوين چري آ



●

سنڌ جي سونهن ورونهن ڪي ٺاهي
رکيو آ ڪنهن ڏانوَ سان ڏاهي

حيف هجئي تخريب هچاري
ڪيڏا ڍنگ وڏا تو ڍاهي

هوشو آکيا مرسون مرسون
سنڌ نہ ڏيسون ڳاهي ماهي

شور ۽ شرُ هٿيار ستر جا
روز ٿـہ آخر زورئي آهي

ساهہ سڪون کٽي پيو لرزي
امن پناهہ وڻ ٿو چاهي

ڪوسي ڪيري جُهوپا جهڙڪن
پاپي بيٺو لاهي پاهي

چاهت چيٽ ۾ ڪنهن نہ چٽائي
پُور پٽڻ جي موسم ناهي

وقت سڄي پيو سنڌ بچايو
ناظم ڏسجي ڪير نباهي

●

# دهشتگرد

خوب اثاثا پيو ٿو ساڙين ماڻهو مارين ٿو چوگرد
واهڙي مــرد دهشتگرد

شهرن ۾ پيو ڪرين شرارت- بستين ۾ ٿو آڻين بغاوت
ڳوٺ ڳلي ۾ صغرا قيامت- در در تنهنجا ڏکيل درد
واهڙي مــرد دهشتگرد

ڪيٽي ڪلاشنڪوف ٿو جوڙين- لانچر ۽ راڪيٽ ٿو ٽوڙين
افرا تفري ساڻ مروڙين فــردن جــا ٿــو ڪيٽي فــرد
واهه ڙي مرد دهشتگرد

ڪنهن کي ٽوڙين دل ۾ گولي- ڪنهن جي آ چيهاڙيون چولي
ڪنهن جي ڪريو خالي جهولي- ڪنهن سان گرم تہ ڪنهن سان سرد
واهـ ڙي مرد دهشتگرد

سنڌ ڪرڻ ٿو چاهين صحرا- تنهـــنجا اڪـثر عــزم اُڀرا
حرڪت اهڙي ڪــرڻ اُڇــرا- ناظــر ڪريہ آڇــوگرد
واهہ ڙي مــرد دهشتگرد

●

# جيجل جي پوڪار

ڪول اکيون ۾ لاھ خمار- نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان
ننڍ پڻ وارا لاھج بار نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان

توکي چئيم تارئون تاريم- ڪير پياريم گود وهاريم
سيني لاتم پيار سان پاليم- شال وڏو ٿئين ائين ويچاريم
قول وڏو تي ڪين وسار
نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان

ڊاريا هاٿي ڏن ڦرين ٿا- گاھ ڏين ٿا آن ڦرين ٿا
ريبي ريبي من ڦرين ٿا- مکڻ ماکيءَ کن ڦرين ٿا
ڪاٽئون تاتينديس ٻيا ٻار
نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان

خوش ڏسڻ تي چاهيان ٻچڙا- تنهنجي قسمت ناهيان ٻچڙا
ناني ماسي ناهيان ٻچڙا- تنهنجي ماء تہ آهيان ٻچڙا
ماء تي ڪين مڙهاء ميار
نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان

مون تي گهاري آدم سنڌي- مون کي گهرجي ناظم سنڌي
منهنجا چڱيل همدم سنڌي - جوهر عاجز خادم سنڌي
جاڳ ٻچا لهہ سار سنيار
نيٺ تہ تنهنجي جيجل سونهان

●

# شاعر جي سوچ

اُٿي آ سوچ شاعر جي چئڻ تصوير ٿي چاهي
کيل تخريب جي لٽڻ سر کرڻ تعمير ٿي چاهي
فضا اڄ دل شڪستہ جي ڏسڻ تسخير ٿي چاهي
قضا قاتل جي ٻاڙن مان ڪيڻ زنجير ٿي چاهي
اڃا تقدير ۾ تاخير آ ڪو فيصلو ٿئي
نڪا ٿي آس پوري ٿئي نڪو تو آسرو ٻڌجي

اڃا طوفان جو قسمت جي ڪشتي سان ٽڪر آهي
اڃا موجن جو درياء جي ڪنارن سان چڪر آهي
رسي منزل تا ڇاٿئون ناخدا توکي خبر آهي
تہ طوفانن تي پنهنجي عزم جو ڪيڏو اثر آهي
حياتي ٿئي بسر بهتر آ ڪوشش ڪو ڳلو ٻڌجي
نڪا ٿي آس پوري ٿئي نڪو تو آسرو ٻڌجي

اسان جي عزو عظمت وقت جي رفتار سمجهي ٿي
اسان جون ڇاتيون فولاد هِن تلوار سمجهي ٿي
اسان منصور آهيون تقويت ڪي دار سمجهي ٿي
اسان جي سرفروشي ربّ جي سرڪار سمجهي ٿي
مرڻ ايندو آ، پر اُن موت جو کهڙو صِلو ٻڌجي
نڪا ٿي آس پوري ٿئي نڪو تو آسرو ٻڌجي

شفق مايوس آ، چڻ ڪيس ڪنهن جو انتظار آهي
اڃان مقصد جو ڪرڻو ڇُورِ آهي دلفگار آهي
خبر ناهي تہ ڇو شام وسحر پي سوگوار آهي
اڃا ٿي دم ڪٿي حسرت، جو ناظم بي قرار آهي
پوي ڪو حوصلو جاڳي تہ سهڻو سانحو ٻڌجي
نڪا ٿي آس پوري ٿئي نڪو تو آسرو ٻڌجي.

●

## آزاد نظم

# ماٺيو

گندواري ٽوڪري،
مان ناهيان.
سمجهين نہ تون!
سوچين نہ تون!
مان تہ منجهان ئي آهيان.
پر!
ڪو نہ تو چاڻين تہ ڇا؟.
قيمت اٿم!!
ڇو پيو ٿڏين!
پيو تو ڪڏين!
اڪيون تہ ڪول!
پنهنجو وجود، ساڳيو سڃاڻ!
تبديلي آڻ!
مان تنهنجي خوشبو آهيان.
تون ماٺو آن
مان ماٺيو!
ناهيان ردي جي ٽوڪري،
قيمت ڪري،
عزت ڀري،
آ ماٺيو!
مي ماٺيو!

●

# آزادي

چوري چني،
او پوپري!
ڏس ڇوڪري!
ڇو ٿي روئين؟
ڇا ٿي چوين؟
ڇا ٿي گهرين؟
پوء هن چيو!
هوڏي ڏسو!!
مارين پيا،
مرندي نہ هوء.
مون چيو،
آخر ڀلا،
ٿيندو بہ ڇا؟
تورو ٻڌاء،
فيصلو ڇو ٿي وٺين!
منهنجا ڀچا!
مان آهيان تنهنجي رضا،
ڪُهني صدا،
مائين پيو،
سا آهيان!

آزادي!
آزادي!!
آزادي!!!

●

# مظلوم

ڳوڙھا مڪر،
ايڏو چڪر،
ڇو ٿي ڪيو؟!
پر ھن ڇيو،
تون سوچ ٿي پردو نہ ڏي،
سمجھين بہ ٿو،
ٽوڪين بہ ٿو،
کولي حواس،
ڏس!
منھنجو آ سچو لباس.
ڳوڙھا نہ ھن،
فرياد آ،
بي داد آ.
ھو چائي ٿو،
تہ ٻر!
ٿڏي ٻاھر ڪڍي،
ڪنھن وٽ وڃان!
جو مون منجھان،
سنسار ٿي بيزار آ.
مان پاڻ کي،
ڏھين ڇيو.
انصاف گونگو ٿي ويو.
انڌو ۽ ٻوڙو ٿي ويو.
مظلوم ھان!
ڪنھن وٽ وڃان.
دل آ ٽڪر، ناھي مڪر،
مظلوم ھان! مظلوم ھان!

# وڇوڙو

ڄَنڊا ڄَيون،
اکيون سُڄل،
چھرو ڦٽل.
آيون خوشيون؛
هڪلي ڇڏيم.
ارمان پيا مهمان ٿي.
قسمت به ساڻ وئي وئي؛
احساس کي.
باقي رهيو،
هڪ آسرو!
جنهن ۾ سکن جي هئي اميد.
نيٺ!
ٻوليو صدا؛
او نا اميد انسان!
توکي ڏاڻ ۾؛
من ماڻ ۾؛
اهڃاڻ ۾؛
ازلئون اٿئي،
رهندءِ ضرور.
چريا! وڇوڙو!
تون نه روءِ!
رهندو وڇوڙو؛
تون نه روءِ.

# صحافي

پرم پوڪارون
صحافي لک سچ تي
قومي اخبارون

●

لهي ويندي لاک
صحافي! ساڻيهه جي
جي نه رکندين ساک

●

لکڻ لالچ ريءَ
صحافي! لِکُ لڄ تي
هوندي ڪنهن جي ڏيءَ

●

وري سڻ واکو
صحافي! ڇو تو سمهين
پنهنجوئي آ، ڪو

●

ڏوکو ڏارين جيئان
صحافي! تون سون تي
ڪج نه ڏرتيءَ سان

●

# ليڪ

شاعـر يـا ليڪ
آمر جابر واسطي
ڪاپـاري آ ڏڪ

●

ليڪ جـو هـٿيار
آهـي قلم ڪوڙ لئہ
آ ڳـاٽـو اوزار

●

ليڪ واري لوچ
سجاڳي جي ٿي ڏئي
ستـل ڪـي يي سوچ

●

لـيـڪ جـو مضمون
هر ماڻهو مجبور لئہ
مـرهـم ۽ معجون

●

ليڪ جي تحرير
بدلائي ٿي قوم جي
تاڻـيـڙي تقـديـر

●

## استاد

ديس نہ سو آزاد
جاتي جهانگيڙن جو
اوجهڙ پر استاد

●

ديس نہ سو خوشحال
اڄ بہ جت استاد جو
ٿئي تو استحصال

●

قوم اها ڪنگال
اڇا جت استاد جو
جيئڻ آهي جنجال

●

ڌرتي سان دوکو
اڇا جت استاد آ
کوکوئي کوکو

●

اوڳائي اوڳا
ٻلبل جي استاد کان
ماڻهو سي موڳا

●

# شاگرد

ٻَنِ پوي اهڙي
رهبري چاٽي نہ، سا
شاگردي کهڙي

●

پاڙهين جي استاد
ڪتابي سي سکيا
جن ادب تن مراد

●

جيڪي رکن درد
ڌرتي ٻولي واسطي
اهي هن شاگرد

●

غضب تي غالب
جيڪي جيئڻ قوم لئہ
اهي هن طالب

●

ادا شاگردو
جيجل ڪاڻ ڀلي جيو
مقصد ڪاڻ مرو.

●

هـاري هـئين هر
سکيو رکي سنڌ کي
کـائـي پـاڻ بـصـر

●

مـرڪ سندس محنت
تہ بہ آ پنتي چو الا
کـڙمي جي قسمت

●

پـارهـو ٿي لوڙي
پاڻ اباڻو، پين جي
قسـمـت پيو جوڙي

●

هـن وٽ ڍيـر انـاج
پاڻ بکارو ڪالهہ کان
لاهـي کـيـر وياج

●

هـاري هـرج يـري
وڏيـرا ورثائي پيو
خـالـي پيٽ ڪري

●

## پهاڪن تي هائڪا

"اُن ۾ آهي مانُ"
"ڀلي ٻڪ ڀرم جي"
"شل نه وڃي شان"



ڪوڙي ڪوڙ جي ڪوٽ
"ڳالهين سنديون ڳالهيون"
"ٽڪي سندا موٽ"



صدائون ستي
"پنڇن ڪي آمنهت"
نيسارا اتي



پڪي پڪڻ پيڻ
"درياهه مٿي جهوپڙا"
"مورک اڄ مرڻ"



منهن ڪان ٻه پير
ڪاڏنهن ملندا ٽوڪرين
"چريا ٻيرئون ٻير"



ڳالھ آ پڌري پٽ تي
"مارئي سينڌ جر ڳائي"
"نوڙ نہ پيچي وٽ تي"

●

ويرين تي ويساھ
ڪبو ڪونہ مفاد لئہ
"نوڪين سان ڪو ناھ"

●

ورچيل تنھنجو وھ
امرت سمجھي پي ويندس
"ڏوئي ڏڪڻ ڳھ"

●

اي ، مٽان چوڏا
لاھيندا ڪئين لڳڙا
"جيڏا اٺ تيڏا لوڏا"

●

مايا تي اڄ مڙيون
"اچي پڳ مَر پس"
"اندر مڙيوئي اڳڙيون"

●

سنڌي ۽ سنڌو
ٻئي جنت واسطي
"ڪستوري خوشبو"



مهراڻ جون موجون
ڪلهه ڏنئون هوڪا، ڪيو
پني مان فوجون



سنڌوءَ جون سيرون
منڪر ماريو چئي ويون
"لهڻ تيون ڪيرون"



منهنجو تيءَ نه تيءُ
ڌرتي منهنجي ماءُ
سنڌو منهنجو پيءُ



پٽن ڪي پهراڻ
پارايا پروڙ جا
"موج پرئي مهراڻ"



ٻيجل چنگ نہ چور
سر ڪپي ڪڻ، پوڻ جو
ڏيندوساڻ نہ پور

●

ڪفن ڏينم ٻہ گز
سي ڪٺي وڃ، ڏيندو ساڻ
ڌرتي جي نہ ڌز

●

اڇليو پل آڙاهہ
مونکي سپهن سائيهہ جو
"سنڌوءَ ۾ آ ساهہ"

●

"راز سڄو رندي"
"سائيهہ جي ساڃاهہ آ"
سنڌو ۽ سنڌي

●

تو لئہ دنيا دم
مون ڪان خدمت سنڌ جي
آهي دين ڌرم

●

ٽپيو ناهين اڏ
ڪنين پوني ڪونہ ٿا
سنڌڙ وارا سڏ



ڏرتي ڪن پيا ڏار
جناح پور جي جوء جا
منڪر پوندو مار



اوڏا تيو اوڏا
جيجل لئہ ڪيڏا پيا
ڏارين جا دوڏا



پاڙا گيت غزل
ٿي ويا ڏسندي سوڪلا
ڪينجهر منجهہ ڪنول



تو پارا ناظم
ڪاڏي،ڪبا ديس ڪي
ڪپن ٿا خادم



# بيت

١

سنڌو، چوليون چيهہ، ڏارين ڏونگر ڏاڍ جا
ڏوتيڙن جو ڏيهہ، آجو ٿئي عذاب کان.

٢

جهڙو منظر جوڙيو، مولي جنت جو
اهڙو آ نقشو، سنڌڙيءَ جو سنسار ۾

٣

سنڌي معنيٰ سونهن، سا بہ سڄي سنسار جي
واسي پئي ورونهن، دودن واري ديس کي

٤

سنڌي معنيٰ ساٿ، سوبہ سڄي سنسار جو
ناسوتي سوناٿ، لڄ نہ رکي لوءِ جي

٥

سنڌي معنيٰ ساز، سوبي سُر سنگيت جو
ماڻهو هر ممتاز، آهي منهنجي ملڪ ۾

٦

سنڌي ماڻهو سهڻا، سهڻي سنڌن قوم
من جنين جو موم، ٻري ٻاري ٻاٽ کي

٧

سورهہ سيڻي سنڌ جا هاري ۽ مزدور
مولي ڪر مسرور، دودا منهنجي ديس جا

۸

ٻچو ٻچو سنڌ جو سورهيه ۽ سرواڻ
آزاديءَ جي ڪاڻ، ڪندا صدقو ساهه ڪي

۹

پتر پٽ جي پون، جا هيرا لعل گهرَ
نڪر ۽ نوڪر، سرها آهن سون ڪان

۱۰

ڪرڻ سجدو سنڌ کي، ناظم ناهي ڏوهه
موڙي ڪمبو ڪوهه، هيڏي سنڌ سرير ۾

۱۱

سنڌي ماڻهو سچ، سچ ٻه سچن جهڙو
ڏوڙ نه رکن دل ۾ ڪوڙ نه ٻولين ڪچ
ڳارين ويئا ڳچ، سنڌي پنهنجي سنڌ لئه

۱۲

سدائين سائي - سائين رکج سنڌڙي
موڙي مڙهه مري وڃن، ڪسجن ڪاسائي
ڏسي سک سائيهه جا ٻهڪي هر ٻائي
سِکهو سستائي، ڏسئون پنهنجي ڏيهه ۾

۱۳

پورهيت جي پگهر جي آ سنڌوءَ ۾ سرهاڻ
واسي ٿي واڪا ڪري پون، سڄيءَ جا پاڻ
عظمت جو اهڃاڻ، آ سنڌو منهنجي سنڌ جو

۱۴

سنڌو ۽ سائيهه ٻئي سهارا ساهه جا
هڪ سان جڙون جان ۾، ٻئي سان جيئون جيئه
ڏوتيڙن جو ڏيهه، سهڻو آسنسار ڪان

١٥

ايءَ نہ ڀانئج آڏ، جو اورانگهين اڳرا
ٻڌين ننڍو پوکهلا، سنڌوء سرلا سڌ
کوٽا ڪوٽ نہ ڪڌ، موکي! تون مهراڻ کي

١٦

ٻر وسي ٽر وسي، وسي ٿل ڪاڇو
پرين جو پاڇو، هجي سڄيء سنڌ تي

١٧

موجن ۾ مهراڻ، ٿوساز وڄائي سنڌ جا
پسائي پنجاب کي، سرچي ٿو سنڌ ساڻ
آزادي جا ڏور ۾ ڏيندو آهي ڏاڻ
ٻوڙا ٻڌ اميجاڻ، سرلا سڌ هر سِير جا

١٨

سِڪڻ ۽ سوري، ٻَئي پار پريت جا
مَرڻ منصوري، ناظم آهي نينهن ۾

١٩

سڪڻ ۽ سوري، پريت جا ٻَئي پار
سوريءَ جا سينگار، سينگاريو سرڙا ڏئي

٢٠

سڪڻ ۽ سوري، پريت جا ٻَئي پيچ
سوريءَ تي سرويچ، چڙهندا آهن چاهہ مان

٢١

سڪڻ سوريَ تنگجڻ، مرداڻو معيار
ڪسڻ جو ڪردار، سهڻو آهي سڪ ۾

۲۲

سڪڻ جي سُرڪي، پيتي جن پريت مان
مردن تن مرڪي، ماڳھين ماريو موت کي

۲۳

سڪڻ ڏاران سڪ، ڀانيو سارو ڀوڳ
سڪ ۾ آهي سوڳ، ناظم سمجھو نيهن ۾

۲۴

سڪ بنا سوري، چڙھڻ چريائي
سڪڻ سورھيائي، ناظم آھي نينهن ۾

۲۵

هڪ سڪ ٻيو سانگو، ٻئي نيٽين نور،
سڪڻ ڏاران سور، ناظم ڪھڙي ڪار جو.

۲۶

سڪڻ ڏاران سڪ، پرتئون پاراتو،
سڪڻ جن چاتو، ناظم ٻئجي نُور ويا.

۲۷

سوري سسرائي، منصورن ڪانهي ميان،
مرڻ موراڳي، سڪيا ناھن سوز ۾.

۲۸

سورن سَٽ ڏني سڏڪي پيڙم ساھ
پوءِ ۾ ڪانہ چني، تند حقيقي طلب جي

۲۹

سورن ڏني ساھَ، سوگھو ڪري ساھ کي
پويان جي پساھ، جيئندم جانيئڙن لئہ.

٣٠

سورن ڏنم سور، ورُ هٽي وڳهري ويا
تہ بہ نہ ڇاهت ڇور، سورن ڪئي سام جي

٣١

سورن جو ساڙو، ساڙي پيو سام ڪي
پورن تہ بہ پاڙو، ناظم ڏنو ڏاڍ سان

٣٢

سورن ساڃاري، دل نہ ڪُجي قرب ۾
محبت جي ماري، مُئي مات ڪيون وتي

٣٣

سورن سُرڪايو مون ڏي پاند پيار جو
اڪڙين اٽڪايو پاند پُڄائي پريت جا

٣٤

سورن سڏ ڪري ڏسي مام مجاز جي
پورن پير پري ڏسيو ڏيهہ ڏماڳ جو

٣٥

سورن آندا سور وِهايم وجود ۾
پليا پوءِ بہ نہ پور پاڙو ڏنئون پيار سين

٣٦

سورن صاف ڇيو سجدو ڪجي سونهن کي
سوچن ڪين ڪڇيو نميو ناظم نيهن ۾

٣٧

سورن ساماڻي جاڪئون الڙ جندڙي
ناظم نماڻي تاڪئون آهي طلب ۾

# سرسارنگ

۳۸

سارنگ ساروٽي، ڪيڻ مَس مليڻ جي
اُٺين آرَءُ جي مٿان، ڪيڻ پَٽ پُوٽي
ٽارين ۾ ٽيڙي چڙيڻ، ڪوماٽل ڪُوٽي
ڏاتر ڌوٽي، ساوڪ آندي سنڌ ۾

۳۹

سارنگ سرچايڻ، پال پَلائي پون ۽ تي
ڪري مهر مٿاڙ تي بادل برسايڻ
پَلر سان پَها پيل پرور پسايڻ
والي ورسايڻ، آسائتا اناج سين

۴۰

سارنگ سيٽي سانگ، واسيڻ وسڪارن سان
وسي واٽن تي رکيڻ لُلر مٿان لانگ
چوڙي هليا هاڙهه ۾ چيلن واري چانگ
ڪالهه پڌايو ڪانگ ، تر سڄو تاڏل ٿيو

۴۱

ترايون تاري چڙيون سهسين تو سارنگ
پَٽن ڪي پهراڻ پيا سهٽا نسريا سنگ
ٿٿو ڳاهه گسن تي جهومن پيا جهنگ
روحاني سوَ رنگ ، سارنگ ڏنڻ سنڌ کي

۴۲

ڪِنوڻ ڪستوري، ڏنئي منهنجي ڏيهه کي
سُکر، ڏڪر کي ڏني، ليڪالي نوري
ٽرڙي تـــي ٽڏاڻ ٽي، ٻهڪي ٻـاٻـوري
سنـڌڙي سـموري، وسڪارن واسي وڏي.

۴۳

بادلـــن بدين تي واريو وســـڪـــارو
ٻنورو ڀڄي پيو جاتي تـــي جـــهارو
اٿو عمر ڪوٽ تي سرچيو سامارو
جرڪيـــو جالارو، ڇاڇرو شربت ٿيو

۴۴

ڪـڪر ڪڻـي ڪر آيا ڀٽ جي ڀون ۽ تـي
ڪاهي ويا ڪشمور ڪان وسڻ ڪارونجهر
تارڻون تار ڪري ويـا مـنـڇـر ۽ ڪينجهر
ڪاڇي ڪـان پوءِ ٿـر، ڪنيو ساهه سُـڪار جو

۴۵

ڪڪر ڪارونڀار سُرڪي پهتا سنڌ تي
سارنگ ڪيا سڪار لڪ سهڻا مينگهه ملهار
جواريـون ٿينديون جُوءِ ۾ ايندا ان انبار
ٿيندا قلب قرار، سـرهي ٿيندي سنـڌڙي

۴۶

ڪڪر ڪـارونڀار، ڀرجي آيا ڀونءِ تي
وسائڻ وڏ ڦـڙو ڇـيـڪـيءِ تي ڇوڏار
آرهه آئوجي پـٽـي پـلر پي هـيـڪـار
سائين ڪيا سُڪار، سائي ٿي پٽي سنڌڙي

٣٧

ڪڪر اڄ ڪوساڻ ڪيڏي ڪاڇي جي مٿان
ڪودڙئي جو ڪس ڏئي ٻچايا ڪَل ٻاڻ
فريدآباد ۾ فرق پيو سارنــگ ڪئي ساواڻ
صحرا ۾ سَرهاڻ، مولا آندي مينهن ســـان

٣٨

وڃي ڪڪر وس، وَرَ ڏئي ويڙهيچن تي
ڏئــي ڪس گرنار جو ٽر ڪي ٻيار سرس
اُتر جي آرهُ تان بـــادل ڪڄ نـــ بس
پوءِ جُهڙ ڪندو سانءِ جَس، سانگي سرچائي ڇڏين

٣٩

ڪڪر اڄ ڪارا، ٻرڪي بيٺا ٻونءِ تي
لاڳيتا لائي ڏنـــا وســڻ وسڪارا
سنگــهـــارن ســـک ٿيا ڀايا تـــاســـارا
لاٿا لابارا، ڏوتيئـــڙن ڏڪـــــار جـــا

٥٠

ڪڪر اڄ ڪوريا، ڌرتي تي ڌڌڪا ڪري
ٻيهي پاڻ بسنت جا چارڻ چنگ چوريا
سارنگ، واسي سنڌ جا سُڪر ڏي سوريا
ڏاڍڻ ڏک گهـــوريا، ســـتائي ٿي سنڌ ۾

٥١

ڪڪر جي ڪـاراڻ، مولي آئي مُند تي
وِڄُن وراڪـــا ڏئــي ٻجايا اڄ ٻاڻ،
پهنوارن پچار ٿي سائين ڪئي سرهاڻ ،
وک وک پئي واڪاڻ، مارن ڪـــئي مينهن جي

٥٢

رات راول ڪوٽ تـــي، ڏيـپلي تي ڏينهن
وسي وسـڪـارا ڪيا مُنداٺي مينهن
ناظر واري نينهن، سرها سير ڪري ڇڏيا

٥٣

ڏکر ڪين ڏکاءِ! مينهنِ موٽون ڪاڏيون
وسي وڏ ڦـڙو پـيو ماٺهن مـٺن لاءِ
مُرڪي موٽ ورهاءِ، سُکر وريو سنڌ ڏي

٥٤

ڪـکر قـرب ڪـري ، وچولي تي وَسُ
جوءِ پـجائي جَسُ ونج ويـڙهيچن ڪـان

٥٥

ڪـکر قـرب ڪـري ٽـاڏل ٽـر ٻٽاءِ
پلر ساڻ پساءِ، ٻـنا ٻـاروچـن جـا

٥٦

ککر قرب ڪري وجي وَسُ ملير تـي
پٽون ڇڏ پـري، منـڙن ماروئـڙن جون.

٥٧

ککر قرب ڪري ڪاڇـي تـي ڪَڙڪو
وِڄُن جو وڙڪو، ڪرڪو سارنگ سنڌ تي

٥٨

ککر قرب ڪري ڏي پکي تي پاسـو
واسي وارياسو ماڻي ڇڏ تون ميلَ ڪـي

٥٩

ککر قرب ڪري پڻ ڪڇي تي ڪَڙڪي
سوڪيءَ تـي سرڇي سٽيو ڪر سـاٿيهه ڪي

٦٠

ڪڪر قرب ڪري سنڌ سڄي سرچاءِ
منهنجن مارن لاءِ سائو ڪر سائيھ ڪي

٦١

سانو ڪر سائيھ ڪي، ڪڪر قرب ڪري
ڏسي هانءُ ٺري سڪيو ساريءَ سنڌ ڪي



# سُر مارئي

٦٢

عمر ! ڪِرئي ڪوٽ، ذرا ٽيني زنجير
موٽي وڃان ماڳهين جتي ماڳ ملير
خوشيءَ منجهان ڪير، ڪلي پيٽان ڪيت سان

٦٣

ڪِرئي ڪارو ڪوٽ، ٻَجي ٿئي ٻور
ميراٿي محلات ڪي، گهرن تان ڪيان گهور
شور چڙي شهزور، موٽايو ملير ڏي

٦٤

عُمر ڪِرئي ڪوٽ، هيءُ ڪيڊ قيدياٽي
موٽائج ملير ڏي نذر نماٽي
وڃي پيٽان پاٽي، پکين پهنوارن سان

٦٥

ڪانهه عمر ڪا عيد، ڪبي ڪاري ڪوٽ ۾
طعنا تنڪا ڪيت جا، سهنديس ڪانهه مزيد
دانا ڪري ديد، موٽايو ملير ڏي

٦٦

عمر تنهنجي ڪوٽ ۾ پهريان ڪهڙا پَٽ
ڪٿي آئين ڪوهه تان جبري هٿي جَهٽ
نٿي سهان سَٽ، سنگهارن جي سور جي

٦٧

مارن ۾ ملير لئه آهي مَن آتو
پنهي سان پنڌئن کان ناظر آ ناتو
سائين سچاتو، پوء وينديس ويڙهيچن ڏي

٦٨

مارن ۾ ملير جي، جيء ۾ آ جهوري
ولڙئون وچڙيل آهيان، ناحق نڌوري
چپر ۾ چوري، موٽائج ملير ڏي

٦٩

مارن ۾ ملير جي، ڪِنياتا خبر ڏيج
وچڙي آيم ولڙئون، وچي اَت وريج
ڪانگل قرب ڪريج، سَڏ ڏي سنگهارن جي

٧٠

مارون ۾ ملير جي، اندر ۾ اُٹ تڻ
بندياڻي ڪي بندمان پاهر ڪي پهڳڻ
سائين سڌڙا سڻ، پاهر ڪَيُ هِن ڪوٽ مان

٧١

مارن ۾ ملير جسي آ اندر ۾ اُڌيجي
رَسايو راهِ خدا مونکي منجهه ملير
موڪل ڏي مهمير، ملان مارونڙن سان

٧٢

مارو ۾ ملير ويجهن کان ويجها
تن تان ساه فدا، سدا ڪريان سيگهه ۾

٧٣

مارن ۽ ملير ڏي خدا خير ڪري
پکن کان پري، ساعت ڪر نہ سومرا

٧٤

مارن ۽ ملير لئہ، سندم ساهہ سِڪي
ڪوٺن ڪيئن ٽِڪي، ماڳ مياري آهيان

٧٥

مارن ۽ ملير جي پرور پَٽ رکيج
ڏِلن جون ڏِکيج، سيئي ڏِول ڏِلائيون

٧٦

مارن ۽ ملير جو، آ جيءُ ۾ جھوراٽو
سيني ساماٽو، سنجهري سور سنگهار جو

٧٧

مارن ۽ ملير لئہ، ڏِکن ۾ آ ديد
نيٺ تہ ايندي عيد، ڏسنديس ڏاڏاڻن کي

٧٨

مارن ۽ ملير جو سيني ۾ آ سور
ڏوتيٽڙن کان ڏور، ڏوريان پئي ڏهاڳ ۾

٧٩

مارَن ۽ ملير لئہ، آ اندر ۾ آڻ تڻ
سائين سڏڙا سڻ، موٽايوم ملير ڏي

٨٠

مارن ۽ ملير جي ڳِڻتي تي ڳاري
مولي پوءِ ماري، اول ڏوتيٽڙا ڏسان

# سُرسسئي

٨١

ڏونگر ڏاھو تيءُ، ڏيرن جو ڏي ڏَسُ
ڪَرما ڪھڙي واٽ ويا کِھلي ڪھڙي ڳس
جبل ھجئي جَسُ، ڪيچي ڪَھہُ ڪاڏي ڪيئہ

٨٢

جبل چڙھ جاڙون واٽون نہ واريج
پنھون پار وڃان پئي اوڏانھن اُڪاريج
ڪَرھن ڪوڪٽ جيڏيا ڏاگھا ڏيڪاريج
اڳ ہر نہ ماريج، جيسين ملان نہ جت سان

٨٣

پَب نہ ڪر پٿون پٿر چليم پيرڙا
ورق ريءِ ورڻ واٽکو ورون تان وڇڙيون
ريڙھيون پائي رھڙ جي وچي ڪيچ وَسون
پنھون جي نہ پَسون، ويھڻ وِھہ تي پائئيان

٨٤

ڏيرن ڏاڍ ڪيو اٿي ويا اڌ رات جو
ڪَڙي ڪنواٽن تي سجڻ ساڻ نيو
ڪاڏنھن وڃان ڪيچ ڏي ڏونگر ڏس ڏيو
وڃان جت ويو ڪيم بس پنيور ڪان

٨٥

لکئي ھو لکيو منھنجو پيچ پنھونءَ سين
ھي جو وڇڻ وير ٿيو سبق مون نہ سکيو
رضا جو رکيو، مون ھو پرم پنيور ہر

٨٦

پنهون لئہ پيڪا چڙيم شهر پنيور ۾
سيٹن خاطر ساھ کي ڏنم سوَ سيڪا
اديون آهي ڪا، جا ڏِئي ڏسَ پنيور جو

٨٧

وَڃي وڃي ماٹ، ڇڙيون چانگن جون ٹيون
سؤنچا سيٹن جا وڃي ڇڻ ڪنهن وڏا ڪاٹ
گوڏن ڪيڙي گاٹ، ڏونگر ڏاٹ نہ ڏسيو

٨٨

پنهل پاٹ نہ ويڙو ڏيرن جو آ ڏوھ
چانگن چوڇَٽ نہ ڪيو ريبي وڌ ُن روھ
ڪاڏي ويڙو ڪوھ، وٺان ڪهڙي واٽڙي

٨٩

پنهون پَرَ بہ هوم، هيل ٺہ آهيان هيڪلي
جالڻ هت هن جت ريءِ ظاهر زهر ٿيوم
سرتيون ڏسَ ڏيوم، پسان ڪنهن پر پنهون کي

٩٠

آسر جو آئي ويا ڏاگها ڪاهي ڏير
مون نہ سڃاتا ڪير، مُئي وٹ مهمان هئا

٩١

هڪ جَت ٻي جُوء ٻَئي اياڳا اوپرا
ڪائڻ آئي خوء، جتن واري جيءَ کي

●

# سر مومل راڻو

۹۲

راڻا ريت نہ ڀَڄُ، مومل کان مجاز جي
آءُ، نہ تہ چڙهنديس چِڪ تي مٿون منهنجون مچ
ولَها ڏور نہ وڃ، متان مان مري وڃان

۹۳

سارُوٽي آ ساهہ کي رانا تنهنجي روز
هاڃن حال وڃائيا سونهن ڦَٽائي سوز
روئي روز بروز، مري ويندس مينڌرا

۹۴

تون نَرُ آءُ ناري، مون ۾ عيب اپار
مرد ٿيءُ اي مينڌرا کاوڙ جي ڇڏ ڪار
پرمي پئہ پتار، ڏاها ڏِس نہ ڏوهہ ڏي

۹۵

پرچڻ تو تہ پرچ ، نہ تہ ڏاکهہ ڏسي ڇڏ مينڌرا
چک چڙهي چَٽَ تيان آديسي نہ تہ اچ
مومل پوندي مچ، سوڌا پوءِ کارون کندين

## ٩٦

كاڪ ڇِڪي چاڪ ٿي، ڀُري ڀيا ڀاڻا
آيم تنهنجي آسري رنج ته ڇڏ راڻا
موم سان ماڻا، تتا سونهن نينهن ۾

## ٩٧

كاڪ ڏتي كوڙ جي مٽيءَ، ٻٽي محلات
رونم تولئه روح سان راڻا سڄي رات
ماري كيڙو مات، تنهنجي محبت مينڌرا

## ٩٩

كاڪ ڪِري ڏار ٿي، سونهن ٻٽي سيراب
نينهن نچوڙيا نيڻ ٻَٽي آندو سڪ سيلاب
دغا ۽ دولاب، مومل سان ڇڏ مينڌرا

## ١٠٠

كاڪ ڏَمي كافور ٿي، ڪِريو كارو كوٽ
تنهنجي درد فراق جي چوٽَ هٿايو چوٽُ
مومل پاسي موٽ، نه ته مري ويندس مينڌرا



احترام

وقت جو هرڪو ڪري ٿو احترام
وقت دنيا جو هلائي ٿو نظام
ناهي ناظر وقت ڪنهن جو زيردست
وقت خود آهي امامن جو امام



حيرت

وقت جي حرفت تي حيرت ٿي لڳي
ياءُ سان ٿو ياءُ ويڙهائي ڇڏي
تخت ڪنهن کي ڏئي تہ ڏئي پر، جي ڦري
موت ٻڌجي ان کي مارائي ڇڏي



راز

وقت جي ٿو راز تي هر ڪو هلي
وقت ڪنهن جي راز تي هلندو نہ آ
وقت جي پٺيان زمانو ٿو رلي
وقت ڪنهن رهبر پٺيان رلندو نہ آ



ويچا

دوستو ويچا ڇڏي ويجها اچو
پريت سان ۽ پيار سان هلڻون اٿئون
واءُ جهڙو ئي لڳي پر منهن ڏئي
وقت جي رفتار سان هلڻو اٿئون.



### مدينو

شهرن ۾ ڳڻين ٿو تہ مدينو وڏ آ
ڪوڏن ڪان نزاڪت ۾ نگينو وڏ آ
هر گل ۾ آ، سرهاڻ چڱي خاصي پر
خوشبوءِ ۾ پورهيت جو پسينو وڏ آ

●

### قسمت

سنڌ ڌرتي جي قسمت جي ڪبي ڳالهہ ضرور
انسان جي عظمت جي ڪبي ڳالهہ ضرور
اي وقت نہ جهل سچ چوڻ ڪان ڇو جو
هاري جي ۽ پورهيت جي ڪبي ڳالهہ ضرور

●

### حق

ظلمت کي ڪو تحفظ جي ڏنو ويندو آ
ڪو نہ ڪو مظلوم رُنو ويندو آ
پاراتو تڏهن جبر کي ڏئي ٿي ڌرتي
هاري ڪان جڏهن حق ڇنو ويندو آ

●

### سُڪر

هن ديس جي ڏگ ڏوڙ جو ملهہ ڪونهي ڪو
خوشحالي ۾ هر هاري جو هر واهہ جو آ
جهر جهنگ ٿو چڙي واسي سُڪر سان ناظم
سرهاڻ ۾ پورهيت جو پگهر واهہ جو آ

●

ڏرتي

جو ڪپٽي ڪڻ ڏاريا ڏرتي نہ گهر
ڪائي اڪ جي ناهي جو ڪاٽي وئين
مرد سڀ منصور هون سرويچ هون
تاس ناهي جو پتو پاٽي وئين



موت

سنڌ جي خدمت ڪندي جي دم وڃي
موت اهڙي جو وڏو انصاف آ
سنڌ تي جو سرڪٽائي ٿو ڪلي
سچ پڇو ان ڪان پڇاڻو معاف آ



منو

سنڌ جي پياري پٽي هيرن ڪان وڌ
سنڌ جو عامي پنجن پيرن ڪان وڌ
شربتن ماڪين ۽ مصرين ڪان منو
سنڌ جو پاڻي ڪنڊن کيرن ڪان وڌ



عظيم

سنڌ سان رغبت رياضت آ عظيم
سنڌ سان الفت، محبت آ عظيم
سنڌکي جنت چوڻ ناهي گناهہ
سنڌ کي سجدو عبادت آ عظيم



## بزدل

بزدل سان اسان سور سليندا ناهيون
ڏاڍي جي وري آڻ مڃيندا ناهيون
جيڪو ٿو فني خان سڏائي ناظم
ان شڪري تي شهپرئي چنبڙيندا ناهيون

●

## ڪوٽ

واري تي اسان ڪوٽ اڏيندا ناهيون
ڪنوٽن تي وري مال ڏڪيندا ناهيون
ڪم جوبہ ڪندا هون تہ ڪندا هون سوچي
چيڪي تي بندوقن کي چڙهيندا ناهيون

●

## ڪوڙ

محلات خيالن جا اڏيندا ناهيون
هيرن سان ٽٽل ڪوڙ گڏيندا ناهيون
هن پونء جي پٽرن جو، ٿيو جو ويري
ان ديس جي دشمن کي چڙهيندا ناهيون

●

## مانيءِ ڳيو

ڪڏ پائي اول ڪنهن سان بہ وڙهندا ناهيون
ڏرتي جو مدو ٿيو تہ پوء مڙندا ناهيون
ڦربو آ، جي مظلوم ڪان ماني جو ڳيو
پوء لڙندا هون اهڙا جا اکڙندا ناهيون.

●

## معاف

غيرن کي ڪڏهن ڪي اِڪ سان به ڏسندا ناهيون
ڇڙٻين ٽا اگر پنهنجا ته اٽندا ناهيون
خونن جا ڪندا وير تڏي تي هون معاف
ڪو قرب ڀر ڪهندو آ ته ڪيڇندا ناهيون

•

## رئيس

سورن تي سهي سور به لڇيا ناهيون
۽ سچ چوڻ کان به ته هٽيا ناهيون
ان محض نه ڪنهن کي ٽا وٽئون اي ناظم
جو پيرين پوڻ رئيس کي سکيا ناهيون

•

## پوتار

بلبل تي ۽ گل خار تي لڪندا ناهيون
ليلان جي هنيٹر هار تي لڪندا ناهيون
لڪنداهون ضميرن جي پڪي ماٿهو تي
ڪنهن ياڙئي پوتار تي لڪندا ناهيون

•

## شاعر

شاعرهون اسان واڻ وٽيندا ناهيون
پنهنجن لئه ڪڏون پاڻ پٽيندا ناهيون
ويندا هون ڪسي قرب ڀر ناظم ليڪن
ڏوڪڙ تي ضميرن کي مٽيندا ناهيون

•

**ونج**

ڳيدي کي اسان ڳنج سڏيندا ناهيون
ڄاري کي وري ونج سڏيندا ناهيون
هر جنس کي ڄاڻون ٿا ڄمڻ کان ناظم
هيڙي کي تڏهن هنج سڏيندا ناهيون

●

**جنڊ**

جهنجهڻ کي اسان جنڊ سڏيندا ناهيون
ميجتا کي وري منڊ سڏيندا ناهيون
تيلي کي چڻون ٿڻپ اهو ناممکن
چمني کي اسان چنڊ سڏيندا ناهيون

●

**شاهه**

ڳاڏي کي اسان ڳاهه سڏيندا ناهيون
لامن کي وري لاهه سڏيندا ناهيون
پوندي آ بري جي ۽ پلي جي ساياهه
ساڃاهه شڪري کي تڏهن شاهه سڏيندا ناهيون

●

**ياءُ**

گهرڙن کي اسان ڳهاءُ سڏيندا ناهيون
جهونٽي کي وري واءُ سڏيندا ناهيون
سگ ويندا سڃاڻي هون سڏو سڻڻون ناظم
ياڙني کي تڏهن ياءُ سڏيندا ناهيون

●

**وڏيرو**

احساس جو قاتل سو مڇيرو نہ ڪپي
جو حق لٽي اهڙو لٽيرو نہ ڪپي
ڌرتي جي سجاوت لئہ ڪپي ٿو هاري
اڪ ڪاڏو هجي پوءِ بہ وڏيرو نہ ڪپي

•

**دانهون**

ڌارين ڪي سٹيون ناهيون صلاحون ڏيندا
پنهنجن ڪي هون پنبٹين ۾ پناهون ڏيندا
سامن تي ڏئي سر ٿا بچايون غيرت
ڪسنداهون مگر ڪو نہ هون دانهون ڏيندا

•

**چاهت**

چاهت نہ تجي اهڙي جو چٹٹي بٹجون
تابش نہ ڪجي اهڙي جو بجلي بٹجون
ڌرتي لئہ ڪپي اڪ سان هڏي چڏ ڇوڏو
گروي نہ اسان آهيون جو گرڙي بٹجون

•

**امن**

جنهن عرش تي اونداهہ هجي ڪو نہ ڪپي
جنهن فرش تي ٻيج ڏاهہ هجي ڪونہ ڪپي
گهرجي ٿو هنيٹر امن ۽ ڀائيچارو
انسان بي پرواهہ هجي ڪو نہ ڪپي.

•

## ايمان

عظمت جو گريبان وڪامي ويو آ
لالچ ۾ مسلمان وڪامي ويو آ
افسوس جو دنيا جي هوس تي ناظم
انسان جو ايمان وڪامي ويو آ



## قلمڪار

ڪٽ وياج تي واپار وڪامي ويو آ
خسرن تي زميندار وڪامي ويو آ
پوتار تہ اڳ ووٽ تي وڪيل هتا پر
ڊالر تي قلمڪار وڪامي ويو آ



## احساس

اخلاق ۾ ايياس چڙهي ويو آهي
انسان مان احساس چڙهي ويو آهي
ڏاڙيل تي ايريو آ جڏهن کان ماڻهو
سڀ حرڪتون راڪاس چڙهي ويو آهي.



## انصاف

تقدير کان احساس ٽري ويو آهي
تعمير کان اشراف ڪري ويو آهي
ان محض بہ بيداد کان تو داد گهرين
ڪنهن وقت کان انصاف مري ويو آهي.



## ماحول

ماحول کي بيداد بگاڙيو ڇو ٿا
اخلاق جي گلشن کي اجاڙيو ڇو ٿا
ڪجهه سوچ رکو هوش ڪريو سياڻا ٿيو
احساس کي پيرن ۾ لتاڙيو ڇو ٿا

●

## اغوا

هت ٻاهه جي طوفان کي برپا نہ ڪيو
آرائيون ڏئي امن کي رسوا نہ ڪيو
هٿ ساڻ شريفن جو لٽيو ڇو ٿا سڪون
احسان ڪيو ماڻهو کي اغوا نہ ڪيو

●

## کهوٽ

بدلائڻ کپن ڏيهہ جون ڏاجي رسمون
آڻيو ڪي سٺيون ريتون رواجي رسمون
نياڻين جي عزيزن کي نہ ڪر تنگ اي کهوٽ
ڏيو ساديون سنڌڙي کي سماجي رسمون

●

## ڪميڻو

اولڌه کان ڏيو پوءِ بہ جهيڻو وڌ آ
ڦٽ ڦاڙ کان فقراء جو ڦيٽو وڌ آ
جي دور اڄوڪي کي ٿو ڏسجي ناظم
اشراف کان هن وقت ڪميڻو وڌ آ

●

## معراج

ناصح نہ روڪ حسن جي پوڄا کان بار بار
سجدي ۾ هر صنم جي ادا کي ڏسي ڇڏيم
گهر ويٺي ٿي نصيب ويو معراج بي مثال
هن سان نظر ملي تہ خدا کي ڏسي ڇڏيم

●

## زيارت

شبروز- دل سان پيار جي پوڄا ڪري ڪري
مون آخرت جي لاءِ عبادت ڪري ڇڏي
هن جي نظر سان پنهنجي ملائي نظر تمام
جنت جي دنيا ۾ مون زيارت ڪري ڇڏي

●

## عشق حسن

ڪيترا ننديڻ ڪان ٿيا هوندا گناهہ
عشق ڏي سوچيم خطا ڪهڙي ڪيم
ڪانہ ڪا پوءِ پي تہ ڪئي مون بندگي
حسن کي پوڄيم خطا ڪهڙي ڪيم

●

## روزو

اڄ تائين مون ڪنهن ڏانهن ڏٺو پي ڪونهي
احڪام الاهي آ ميڇڻ چاهيان ٿو
پر عشق جو فرمان ٿوڪورو سمجهان
ڳل تنهنجا چمي روزو پيڇڻ چاهيان ٿو.

●

# ترائيل

1

برهمڻ ٽيو پڻائي جو رسالو آهي
جو بيت سان ڳنڍ وائي لچي ٽي يارو
سنڌو ٻه اچا سوڍو اڀالو آهي
برهمڻ ٽيو پڻائي جو رسالو آهي

ٻي شعور جي هٽڙن ۾ مشالو آهي
ڪوئي ٽو سجاڳي لئه پيو ڪيڏارو
برهمڻ ٽيو پڻائي جو رسالو آهي
جو بيت سان ڳنڍ وائي لچي ٽي يارو

2

روز احساس کي چيري ٽي بي رخي تنهنجي
منهنجو تڙپي ٽو تڏهن ساهه نٽو پيار ڪرين
اچا آڙاهه ٽو اچلين آ بي حسي تنهنجي
روز احساس کي چيري ٽي بي رخي تنهنجي

منهنجي پٽڪڻ تي پٽي ٻهڪي زندگي تنهنجي
بيقرارن کي اچا چو ٽو بيقرار ڪرين
روز احساس کي چيري ٽي بي رخي تنهنجي
منهنجو تڙپي ٽو تڏهن ساهه نٽو پيار ڪرين.

3

سوچ ڪچلي تي وچي جذبا ڏڪايا تا وچن
سچ اپري ڪو سکن جو سو سهارو ڪونهي
ڏات ڏاهپ جا ذريعا ٻہ ڏنيايا تا وچن
سوچ ڪچلي تي وچي جذبا ڏڪا يا تا وچن

اهڙي انسان جا اهڃاڻ مٽايا تا وچن
جنهن جي خدمت جو خدا ڄاڻي ڪنارو ڪونهي
سوچ ڪچلي تي وچي جذبا ڏڪايا تا وچن
سچ اپري ڪو سکن جو سو سهارو ڪونهي

4

ڪالهہ ڪومائو آ ڪينجهر جو ڪنول ڪيهہ ڪري
ڪو منهنجي زخم مٿان زهرڪي هاري ويو آ
يا ٽريچن ۾ ڏڪر آيا پيو مال مري
ڪالهہ ڪو مائو آ ڪينجهر جوڪنول ڪيهہ ڪري

ٻار جي هٿ مان ڪسيو ڪانءُ ڳيو دل تي ڏري
واءُ پي ڪٽڪ جو سنگ ميل ۾ ماري ويو آ
ڪالهہ ڪومائو آ ڪينجهر جو ڪنول ڪيهہ ڪري
ڪومنهنجي زخم مٿان زهر ڪي هاري ويو آ

5

آءِ وس نہ، ڏسين ٿو تہ جُهڳي ڪانهي ڪا
نياٽي جو چپوٽو ٻہ وٺي ٻوڏ ڪٽي
مون وِرءَ چپٽي سياٽي لئہ رکي ڪانهي ڪا
آءِ وس نہ، ڏسين ٿو تہ جُهڳي ڪانهي ڪا

ڪلهہ ڪان لهر وٺي لوڙهي ڍڳي ڪانهي ڪا
پوتار هلي ٿو تہ وڏي لوڏ هٽي
آءِ وس نہ، ڏسين ٿو تہ جُهڳي ڪانهي ڪا
نياٽي جو چپوٽو ٻہ وٺي ٻوڏ ڪٽي



محترم امان الله "ناظم" ولد محمد بچل منگي ١٠ آڪٽوبر ١٩٣٩ تي، ٽرڙي محبت تعلقہ ميهڙ ۾ ڄائو، پرائمري تعليم، پرائمري اسڪول ٿئين گڏ ۾ پوري ڪرڻ کان پوءِ ميٽرڪ تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪري ۾ پڙهيو. انٽر سائنس جو امتحان ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ڏنو. زرعي کاتي ۾ فيلڊ اسسٽنٽ طور ملازمت ڪئي. نيٺ ١٩٩٦ع ۾ رٽائرڊ ڪيو.

ننڍپڻ کان سندس مزاج شاعراڻو هو. بغير ڪنهن اصلاح جي هن طرزن تي سنڌي ڪافيون لکيون. "داستان محبت" جي نالي سان ڪافين جو هڪ ننڍڙو ڪتاب ڇپايو. سنڌ جي قابل احترام شاعر محمد اسحاق راهي جي صحبت ۾ موزون شاعري جو شوق ٿيو. ١٩٧٢ع کان استاذالشعراء شهيد احمد خان آصف کان اصلاح وٺڻ شروع ڪئي. ٿوري عرصي ۾ سندس شاعري ڪي ڪمال حاصل ٿيو. سنڌي ادبي حلقن ۾ سندس ذات ۽ ذات کي ڪافي مانُ مليو. هن ڪافي شاعرن جي ڪلام جي اصلاح ڪئي. ان ريت "بزم لطيف ميهڙ" پاران باقاعده هفتيوار "ادبي ڪلاس" هلايا. علائقي ۾ ادبي ميڙن جو روح روان رهيو. ١٩٧٢ کان بزم لطيف ٽرڙي محبت ۽ بزم لطيف ميهڙ سان وابسته رهيو. ڪيسٽ جي حوالي سان سنڌ ۾ ڪيس عوامي مقبوليت حاصل هئي ٩ جولاءِ ١٩٩٨ع ڏينهن شديد گرمي جي ڪري ڪيس فالج ٿي پيو، ۽ سندس دماغ به متاثر ٿيو. مسلسل بي هوش رهڻ کان پوءِ ١٣ جولاءِ ٩٨ع جي شام ۶ بجي مهراڻ ميڊيڪل سينٽر لاڙڪاڻي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

سندس فرزند "تاج الملوڪ" پرائمري استاد آهي.

٢٢ جولاءِ ١٩٩٨ع

عبدالرحمٰن سومرو

جنرل سيڪريٽري

بزم لطيف ٽرڙي محبت



نالو : صاحب خان ميراڻي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

ادبي سڃاڻپ : شاعر / نثر نگار

جنم هنڌ ۽ رهائش : ڳوٺ ڪيڙو، حال نئون ديرو ، تعلقو رتوديرو

تعليم : ايم اي (سنڌي)

ڪرت : وڏو منشي (هيڊ محرر) سنڌ پوليس، ضلعو لاڙڪاڻو

## اڻ ڇپيل ڪتاب

(01) ڌرتيءَ جا رکوالا (ناول ٻارن لاءِ) 1990 ع

(02) سائر سهس گجن (شاعري) 2021 ع

(03) برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع

(04) صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

Cell No : 0344 3919786
0300 3404488

